| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب | : | قرب قليچ (جيوٽي) |
| ڇاپو | : | پهريون: 1936ع ٻيو 4 آڪٽوبر 1997ع |
| | | (جشن قليچ جي موقعي تي نروار ٿيو) |
| ڳاڻيٽو | : | هڪ هزار ڪاپيون. |
| سائيز | : | ڪرائون. |
| ڇپيندڙ | : | سنڌ پريس، اڪال ٻونگا لين، حيدرآباد. |
| ڇپائيندڙ | : | سيد جاويد نثار. |

ملهه: پنجٽيهه رپيا

Title: QURB KALEECH (Biography)
Author: Mohd. Siddique Musafar
Publishers: M/S Aagam Publishing Agency Hyd.
Printed at: SINDH Printing Press, Hyd.
Edition: IInd 4th October 1997.
Ist Edition: 1936.

# آگميو آهي!

1988ع ۾ حيدرآباد شهر ۾ ڪيل سنڌي مالهن-سان هاڃن جي نتيجي ۾ "آگم" جي آفيس کي بہ نقصان پهتو نتيجي ۾ آفيس کي بند ڪري سامان سڄو ۽ ڪتاب وغيره گهر ۾ رکڻا پيا. ان کان پوءِ وري ڪجهہ سالن کان پوءِ روزاني عبرت جي سامهون آگم جي نئين آفيس قائم ٿي پر اداري جي سرواڻ کي 1994ع ۾ "ڇهاڪي" جي ڪورس جي سلسلي ۾ يورپ وڃڻو پيو ۽ آگم جو عمل لاڳيتو رڪجي ويو. هن کان اڳ آگم ٻاران 115 ڪتاب ڇپرايا ويا آهن ۽ پورين 9 سالن کانپوءِ آگم جو هي يادگار ڪتاب نمبر 116 سنڌي ادب جي ابي ڏاهن جي سج مرزا قليچ بيگ جي جنم جي ڏهاڙي يعني 4 آڪٽوبر 1997ع تي پڌرو ڪري آگم کي نئين سر سرگرم ڪرڻ جي ابتدا ڪري رهيا آهيون.

آگم جي ماٺ جو رڳو سبب 1988ع وارا هاڃا ڪونہ هئا پر ان سان گڏ پنهنجن (نالي ۾) هٿان ڪيل ويساهہ گهاتمون ۽ ڏاڍايون پڻ شامل آهن. عمرالدين بيدار اداري جا 60 هزار روپيا کائي ويو ۽ عثمان ميمڻ عرف ناز سنائي 40 هزار روپين جا ڪتاب وٺي پئسن ڏيڻ کان روايتي نابري واري بيٺو. اُن کان سواءِ بنا اجازت جي اداري جا بہ ڪتاب "بند دروازو" ناول ۽ استاد بخاريءَ جو شعري ڪتڪو "اوتون جوتون" بہ سندس اداري جي نالي ڇپرائي ڇڏيائين. اهڙيءَ طرح نيو فيلڊس واري فيروز ميمڻ پڻ آگم جو ڇپرايل ڪتاب نورالهديٰ شاهہ جي ڪهاڻين جو ڪتڪو "جلاوطن" بنا اجازت جي ڇپرائي بازار ۾ آندو ۽ هالي روشني پبليڪيشن جي نواز گهانگهري پڻ آگم جي ڇپرايل ناول "سيتا هرن" کي ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ڪوبہ آگم کان اجازت نامو نہ ورتو آهي. آگم ادارو مٿين سڀني ماڻهن تي قانوني چارہ جوئي ڪرڻ جو سوچي رهيو آهي.

آگم هي ڪتاب "قرب قليچ" قليچ جي جيوني تي لکيل ۽ 61 سال اڳ جو ڇپيل ڪتاب "جشن قليچ" 1997ع جي موقعي تي پڌرو ڪري رهيو آهي. جيڪو بيشڪ هن مهان ڏاهي جي جيون بابت لکيل هڪ منفرد ۽ يادگار ڪتاب آهي. اُميد تہ پڙهندڙ اِن ڪتاب مان چڱو لاڀ پرائيندا.

آخر ۾ ٿورا سائين عبدالقيوم "صائب" جا جنهن هن ناياب ڪتاب جي اصل ڪاپي ڏني ۽ ٿورا نہ ٿورا زيب ادبي مرڪز جي روح روان سائين احمد ڀائي ۽ قليچ سنگت جا جن هن ڪتاب جي آڻڻ ۾ اسان جو سهڪار ڪيو.

- ادارو

# تفصيل بابن جو



مرزا قلیچ بیگ مرحوم

هوایء بر بهارئن شادیء وقته

رباعی

یارب بمحمد آبروی کونین
با زوج علی و فاطمه نور العین
با لطف دوباره کن گناهان مرا
بخشا بحسن ببخش و بحق حسین

فقط

مرزا قليچ بيگ مرحوم جا دستخط

# ديباچو

سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ جي گذريل ساليانيءَ جلسي ۾ پڙهڻ لاءِ جدا جدا مضمون ڪي ورچيا ويا هئا، تن مان مون تي شمس العلماءِ ميرزا قليچ بيگ صاحب مرحوم جي سوانح حيات پڙهڻ جو ڪم رکيل هو. مون ميرزا صاحب مرحوم جي مختصر سوانح عمري تيار ڪري جلسي ۾ پڙهي، جا سڀني حاضرين قرب جي ڪنن سان ٻڌي. سوسائٽيءَ جي طرفان مون کي فرمائش ٿي ته اُهي سوانح عمريءَ کي وڌيڪ ڪشادگيءَ سان لکجي، جنهن ۾ ميرزا صاحب مرحوم جي نظم ۽ نثر تي خاص طرح روشني وڌي وڃي. اها فرمائش آمنا صدقنا ڪري مون هي ڪتاب تيار ڪيو آهي.

آءٌ جناب رئيس ميرزا منوچهر بيگ صاحب جو ۽ خاص طرح ميرزا صاحب مرحوم جي فرزند ارجمند ميرزا افضل بيگ صاحب جو دل وجان سان شڪرگذار آهيان، جن مون سان ميرزا صاحب مرحوم جي صحيح سوانح حيات هٿ ڪرڻ ۽ سنڌس گهربل تصنيفات وقت لاءِ ميسر ڪري ڏيڻ ۾ فرخنده پيشانيءَ سان مدد ڪئي آهي.

ميرزا صاحب مرحوم سنڌي ٻوليءَ سان سچو قرب نباهي ويو آهي ۽ ساري سنڌ جي علم دوست اهل قلم شخص کي وڏي قرب سان علمي مسئلا حل ڪري ڏيندو هو ۽ صلاح توڙي اصلاح ڏيندو هو. گويا هو مجسم قرب هو، تنهنڪري دلي صداقت ۽ قرب مان هن ڪتاب جو نالو ئي رکيو ويو آهي **قرب** ڦليءَ.

گر قبول افتد زهي عز و شرف

محمد صديق [ مسافر ]

حيدرآباد سنڌ
١٠- ڊسمبر ١٩٣٥



بسم الله الرحمن الرحيم

تاريخ ١ - آگسٽ ١٩٢٣ع

ماڻهو هميشه خدا تعاليٰ کان پڇاڙيءَ جو خير گهرندا آهن، ۽ چوندا آهن. ته الهي عاقبت محمود گردان. انسان ساري عمر کهڙو به خوش ۽ آسود و گذاري ته به جيسين سندس حياتيءَ جي پڇاڙي جو چاري نه هوندي، تيسين انهيءَ کي خوش نصيب چئي نه سگهبو. کهڙي خبر ته مرڻ کان اڳي هن جي حالت ڦري ٻي تي پوي. ديندار ڦري بي دينداري تي سگهي ٿو، داناءَ ڦري نادان تي سگهي ٿو، مظلوم ڦري ظالم تي سگهي ٿو ۽ نيڪ بخت ڦري بد بخت تي سگهي ٿو. يوناني حڪيم سولن، ۽ ڪريس بادشاه جو قديم مشهور قصو انهيءَ ڳالهه جي سچائيءَ جي ثابتي آهي تنهن ڪري جيڪي ماڻهوءَ جو احوال سندس مرڻ کان اڳي لکيل اڻ پورو سمجهڻ گهرجي. پوءِ پلي ته اهو پير فرتوت هجي ۽ باقي حياتي ٿوري هجيس. اهڙو لکيل احوال ماڻهوءَ جي ماضيءَ ۽ حال جو سمجهڻ گهرجي. سندس مستقبل جو حال ٻين لاءِ ڇڏيل آهي.

ڪيترن دوستن گهڻن ڏينهن کان مونکي پئي چيو آهي ته پنهنجي حياتيءَ جو احوال ٻاڻ لکه. انهن کي آءٌ چوندو پئي آيو آهيان ته جيڪي ماڻهوءَ جو احوال لکڻ اجايو آهي، جو خبر نه آهي ته هن جي

ٻجهاڙي ڪيئن ٿئي ۽ هنجا خيال، قول ۽ فعل سدائين ڪيئن رهن پيا ٿا. انهيءَ صورت ۾ آهڙي سوانح عمري اڻپوري ڄڻبي.

انهيءَ هوندي به منهنجي دوست مسٽر ڀيروملُ مهرچند مهرباني ڪري منهنجي حياتيءَ جو احوال لکيو ۽ انهيءَ جي ڇپائڻ جو بندوبست به ڪيائين. پر وري به مون سمع ڪيس ۽ صلاح ڏنيس ته اهو رکي ڇڏي ۽ منهنجي مرڻ کان پوءِ جي مناسب سمجهي ته ڇپائي پڌرو ڪري، پر انهيءَ کان پوءِ وري منهنجي جهوني ۽ معزز دوست ديوان ڏيارام گدومل مونکي لکيو ته ٻين گهڻن ڪتابن لکڻ کانپوءِ پنهنجي حياتيءَ جو احوال پنهنجن هٿن سان ضرور لک. انهيءَ جا سبب هي معلوم ٿيا ته گهڻن نامور ماڻهن ائين ڪيو آهي، ۽ انهيءَ ۾ ڪو عيب ڪونهي، بلڪ انهيءَ مان ڪي فائدا آهن. هڪڙو ته پنهنجو لکيل احوال سچو ۽ صحيح شمار ٿيندو، ٻيو ته انهيءَ ۾ جدا جدا ڳالهين تي ماڻهوءَ کي پنهنجن خيالن ۽ راين ظاهر ڪرڻ جو وجهه ملندو. ٽيون ته اهڙي لکيل احوال جي سندس اولاد ۽ اولاد جي اولاد کي پوري خبر پوندي، ۽ هو سندس مثال تي هلندا ۽ سندس اصولن تي عمل ڪري سگهندا. انهيءَ ڪري مون انهيءَ جي لکڻ ۾ هٿ وڌو. حقيقت ڪري آءٌ نڪي هوندي کان ڪا ڊائري يا روزنامو رکندو آيس، جنهن ۾ مکيه

مڪيه ڳالهيون داخل ڪندو اچان. پر اها ڊائري خانگي
سمجهڻ گهرجي ۽ گهر جي ڀاتين يا اولاد جي لاءِ آهي
نه ٻاهرين لاءِ. انهي ساڳئي مطلب لاءِ هڪڙو ٻيو ڪتاب
به لکيو اٿم، جنهن جو نالو يادگيريون آهي ۽ جنهن ۾
اڳوڻيون ياد ڪيل ڳالهيون لکيون ويون آهن. جي
هاڻي بدلجي ويون آهن ۽ نئين جوانن کي معلوم
هونديون پر هاڻي جڏهن آءٌ پنهنجو احوال پاڻ لکان
ٿو تڏهن لاچار مونکي انهي پنهنجي ڊائريءَ مان احوال
ڪڍڻو پيو آهي، ۽ نه فقط پنهنجي جند جو پر پنهنجي
پيءُ ماءُ ۽ ڀائرن، ڀينرن ۽ ٻين ڪٽنب جو احوال ڏيڻو
پيو. اگرچه انهي ۾ ڪي اهڙيون به ڳالهيون هيون جن
جي لکڻ کان جيڪر گهٽ ڪي عار يا اعتراض اچي،
پر تڏهن به سچي احوال لکڻ لاءِ ۽ پنهنجن سچن خيالن
ظاهر ڪرڻ لاءِ ائين ڪرڻ ضرور آهي. پوءِ ڀلي ته
انهي جي نسبت ۾ ٻين جي راءِ مخالف هجي، يا اهي
ڪلن. ساڳئي وقت ۾ ڪي اهڙيون به ڳالهيون لکڻيون
پيون آهن، جي پنهنجي تعريف ۾ داخل آهن ۽ اها
بناڪ شمار ۾ اينديون، پر ائين ڪرڻ لاچار ٿيو آهي، ۽
ساڳئي مطلب لاءِ هيٺ پنهنجي نسبت ۾ ٻين جي
چڱي راءِ به ڏني وئي آهي، سا به انهيءَ ۾ داخل آهي.

( رباعي )

ڪوڙي کي گهرجي نت سفارش جي ڇني
پنهنجي سدا تعريف مڙهڻ کي مون ڏني

موتي تو سڄاڻي پنهنجي تجلي منجهان ٻاڻ
شڪر به ڪڏهن چئي ٿي ته آءُ آهيان مٺي

انهيءَ طرح مون هيءَ پنهنجي سوانح عمري لکي آهي ۽ اميد آهي ته جنهن مطلب لاءِ لکي وئي آهي سو پورو ٿيندو. منهنجي عمر هينئر سٺر ورهيه آهن، باقي حياتيءَ جي پڇاڙيءَ جو احوال ڪو گهڻو نه هوندو ۽ اهو آسانيءَ سان منهنجي اولاد مان ڪو يا دوستن مان ڪو لکي سگهندو. هن احوال لکندي ضروري هئڻ تي پنهنجا ڪي شعر به ڏنا ويا آهن. ته نثر جي ڦڪاڻ يا سڪوڻائيءَ سان گڏ نظم جي چهراڻ ۽ شعر جي چاشني به چکڻ ۾ اچي، ۽ پڇاڙيءَ ۾ خلاصي باب ۾ پنهنجي شعر جا ڪي انتخاب به ڏيندس، جن بابت منهنجي احوال ۾ اشارا ڏنل آهن. انهن مان پڙهندڙن کي منهنجن عادتن ۽ راين ۽ خيالن جي ثابتي ۽ شاهدي به ملي سگهندي، ۽ منهنجي شعر جي نموني جي به خبر پوندي، ۽ هڪڙيءَ باب ۾ شاعراڻي مضمون پڙهڻ ۽ انهي مان لذت وٺڻ جو چڱو وجهه ملندو. جو منهنجا شعر جا ڪتاب گهٽائي آهن.

( رباعي )

جيڪا آءُ لکان ڪريان ڪڏهن ڪا گفتار
مثل آڻيان آءُ شعر پنهنجي مان تو لاچار
تا خلق نمونو شعر منهنجي جو ڏسي
چيو تن آهي يڪ مشت نمونه خروار

آنهي کان پوءِ پڻ باب ۾ وري منهنجي نسبت ۾ يا منهنجن ڪمن ۽ تصنيفن جي نسبت ۾ ۽ منهنجي نوڪريءَ جي نسبت ۾ يا خلق جي خدمت چاڪريءَ جي نسبت ۾ جيڪي سرڪاري عهديدارن ۽ ٻين صاحبن جيو آهي، تن جا ڪي خط ۽ انتخاب ڏيندس جن مان گهڻا انگريزي آهن. جن جا جيسي نقل نه ڏيندس ۽ انهن جي ٻنيان مختصر سنڌي مطلب نه ڏيندس. اهي جڻ ته مليل سرٽيفڪيٽ آهن، جي هيئنر مونکي گهڻي ڪم جا نه آهن. پر شايد منهنجي اولاد کي ڪم اچي سگهن، ۽ جن جي شايد پوءِ گم ٿيڻ جو امڪان آهي. منهنجي نسبت ۾ سنڌ جي شاعرن جدا جدا هنڌن تان جيڪي عربي ۽ فارسي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ شعر وقت بوقت پڻ چيا آهن، سي جدا هڪڙي فئيل ۾ گڏ رکيا ويا آهن، جي ٻين خطن ۽ انتخابن وانگي هتي ڏئي نه ٿا سگهجن، اگرچه انهنجي شعر جي نزاڪت پڙهڻ جي لائق آهي. ضميمي ۾ پنهنجو شجرو ۽ پنهنجن ڪتابن جا نالا ڏيندس، اگرچه انهن جو ضرور ڪونهي.

(رباعي)

هوُني جو هر ذاتيءَ جو جنهن کي ٻهرو
ڏيکاري نشان اهڙو انجو چهرو

جو شجرو ڏکو ٻڌائي پنهنجو ماٺهو
جو پنهنجن وڏن جي ڏئي هڏن تي ٻهرو

قطعه در وجه تسميه اين كتاب
برگ سبز و دفتر سياه

هرچه دارد قليچ آرد پيش
برگ سبز است تحفهء درويش
سيهش گشت دفتر اعمال
زان سيه رويي با سفيدي ريش
عجب احمق بدست خود نبوشت
مدح و ذم نيک و بد سوانح خويش
خواهش دوستان شده عذرش
اخلق خوشدل ازان خودش دلريش

مون کي مرزا صاحب جي سوانح اج تاريخ ٢٣ مي ١٩٣٦ع جي مستر مرزا افضل بيگ ۴ کلاڪن لاءِ ڏني آهي. ڪتاب ۾ عجيب معلومات آهي ۽ ڪيترا واقعا ڏنل آهن جي ٻين جي لاءِ عبرت آميز ۽ سبق ڏيندڙ آهن. بهتر ٿئي ها جيڪڏهن اهو ڪتاب اسان کي شروع ۾ ملي ها ته هو به شايع ڪريون ها پر مرحوم جي وارثن جي بخل يا ٻئي نقطه نظر کان مرزا/ صاحب جي اها تصنيف ظاهر نه ٿي. مون تڏهن به وارثن جي اجازت کان سواءِ سبز پن يا ڪاري پني جو ديباچو اتاري ورتو آهي جنهنمان ڏسڻ ۾ ايندو ته مرحوم اهو ڪتاب اٺويهه مراد سان لکيو هو ته سندن وفات کان پوءِ شايع ٿئي.

"سائو پن" يا "ڪارو پنو" هڪ ڪتادي نوٽبڪ تي لکيل آهي ۽ تخمينا ٣٠٠ صفحا ڪرائون سائيز جا ڇاپي ٿيندا.

مرحوم مرزا صاحب سنڌي زبان ۾ هر ڪنهن قسم جا ڪتاب نثر خواه نظم ۾ لکيا آهن. سندن همت اوچائي، قابليت ۽ سنڌي ۽ پارسي زبانن ۾ دسترس سندن تصنيفات مان ظاهر آهي. سنڌي علم جي جيڪا خدمت مرزا مرحوم ڪئي آهي سا نه هيستائين ڪنهن ڪئي آهي ۽ نه ايتري تصنيفات ڪو سولائيءَ سان ڪري سگهندو.


**محمد صديق ميمڻ**

آنرري جنرل سيڪريٽري

سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد سنڌ



خان صاحب حاجي محمد صديق صاحب ميمڻ پرنسپال
ٽريننگ ڪاليج فار ميمڻ جي فرمائش تي ماستر محمد صديق
صاحب مسافر مرحوم شمس العلماءِ خان بهادر مرزا قليچ بيگ
صاحب جي نهايت عمدي پيرايه ۾ مڪمل سوانح عمري
لکي آهي. مون سوانح عمري پروفن جا ڇپجندي مطالع
ڪري ورتي. معلوم ٿيو ته مسافر صاحب پنهنجي علم
آهر نهايت چڱي لکي آهي. قادر جي قدرت ته هن
سائگي شخص يعني مرحوم مرزا صاحب جي سوانح عمري
لکڻ لاءِ ڪيترا هندو خواه مسلمان مشتاق هئا جن ته
رشي ڏيارام صاحب انگريزيءَ ۾ مرزا مرحوم جي
حياتي لکي وري پروفيسر پيرو مل مهرچند صاحب
سنڌيءَ ۾ لکي، مولانا حڪيم فتح محمد صاحب
سيوهاڻي به ڪيتري ڪوشش ورتي پر نيٺ اهي سهرا
ماستر محمد صديق جي سر تي سونهيا. مرزا صاحب
پاڻ پنهنجي سوانح عمري سنه ۱۹۲۳ع ۾ لکي ڇڏي
هئي جا سندن عزيزن وٽ قابو هئي ۽ آهي. جيڪڏهن
مسٽر مسافر کي اهي ڪاڳر ڪي نوٽ ڏين ها ته اجان
به سهڻي نموني ۾ سوانح حيات لکي ها. بهرحال منهنجي

نظم ۾ بلڪل پوري آهن. احوال جيڪو ۾ منجهس آهي سو تمام ٺيڪ آهي. اميد ته هي ڪتاب سنڌ جي علم دوست اصحابن کي گهڻو پسند ايندو. جيڪڏهن خدا گهريو ته انشاءَ الله وري ۾ مرزا صاحب مرحوم جي سوانح عمري جنهنجو نالو "سانوڻ ين يسا ڪارو پدو" آهي مسلم ادبي سوسائٽي ڇپائي پڌرو ڪندي. تڪڙي ڇپڻ ڪري البت ڪي غلطيون رهجي ويون آهن ناظرين ڪرام درست ڪري پڙهندا. آءٌ بلڪ سب ميرزا صاحب مسلم ادبي سوسائٽيءَ جا احسان مند آهيون جن ڪوشش ڪري سنڌ جي پياري نظم ۽ نثر جي مالڪ ميرزا قليچ بيگ صاحب جي سوانح عمري ڇپائي ماڻهن جي آڏو پڌري ڪئي آهي. خدا کين جزاء خير ڏئي. آمين.

فقط والسلام

حيدرآباد سنڌ
ٽنڊو نور ڙهو
٢٦ مي ١٩٣٦ع

العبد ميرزا افضل بيگ
عفي عنہ



# نوٽ

سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي جي سال ١٩٣٦ع جو هي ٻهرون ڪتاب آهي. مرحوم مرزا قليچ بيگ صاحب پنهنجي جيئري پنهنجي سوانح عمري لکي هئي ۽ ان جو نالو رکيو هئائين سائو پن يا ڪارو پنو. گهڻي خواهش هئي ته اهو ڪتاب ڏسان ۽ هو بهو انهي ڪتاب کي شايع ڪجي. مرزا مرحوم جي وارثن کي صلاح ڏني وئي ته اهو ڪتاب سوسائٽي جي حوالي ڪن ته ڇپائجي پر ڪن نامعلوم سببن جي ڪري ڪتاب اسان کي نه مليو ميان محمد صديق مسافر کي پري کان ڪي ڪي ٽڪرا ڏيکاريا ويا جي هن ترتيب ۾ آڻي هي ڪتاب ناهيو آهي. ميان محمد صديق مسافر هن سوانح عمري ۾ علم عروض جو باب تفصيل وار لکيو جنهن جو سوانح سان ڪو به تعلق ڪونه هو ۽ تنهن ڪري اهو ڪڍي ڇڏيو ويو آهي انهي کي ٽي سگهبو ته جدا ڇپائبو. مرزا مرحوم پنهنجي سوانح عمري جي اڳيان هڪ پارسي شعر لکيو آهي جنهن مان سندس پارسي زبان تي دسترس جو اندازو ڪري سگهجي ٿو.



## (۱) تمهيد

شمس العلماءِ خان بهادر مرزا قليچ بيگ، صاحب زماني جي عهدي ڪري ڊپٽي ڪليڪٽر هو، پر سنڌ جي علمي ۽ ادبي دنيا ۾ هو سچو پچو ڪليڪٽر (علمي خزانو گڏ ڪندڙ) هو. مرزا صاحب مرحوم جدا جدا مشرقي توڙي مغربي ٻولين ڏان يا پنهنجي خداداد ذهنيت ۽ روحانيت سان نثر توڙي نظم جا جيتري قدر علمي خزانا سنڌيءَ ٻوليءَ کي گڏ ڪري ڏيئي ويو آهي، اوتري قدر اڄتائين سنڌ جو ٻيو ڪو به بزرگ ڏيئي نه سگهيو آهي. مطلب ته سمجهه، الائق تيڻ کان وني هيريءَ تائين، بلڪ آرام گيريءَ تائين سنڌي ٻوليءَ تي علم جي اوس اوتان ڪندو رهيو.

مختيارڪاريءَ ۽ ٻين ڪلارڪيءَ جهڙا ڳريءَ
جوابداريءَ ۽ سخت مصروفيت وارا سرڪاري عهدا
جس ۽ ايمانداريءَ سان ڪمائيندي سنڌي ٻوليءَ کي
طرحين طرحين نون نون علمن جي ڪتابن سان ڀرپور
ڪندو رهڻ، جن ۾ جسماني، دماغي، اخلاقي ۽
روحاني تعليم جا خزانا آهن، سي ڏيکارين ٿا، ته ميرزا
صاحب مرحوم جي هستي علميت ۽ روحانيت جي
جيتري جاڳندي تصوير هئي، جنهن جو سنڌي زبان سان
خاص قرب ۽ ان جي ترقيءَ سان خاص چاهه هوندو هو.

ميرزا صاحب مرحوم جي ترجمه ڪيل يا تاليف ۽
تصنيف ڪيل ڪتابن مان هڪ سو چاليهه ڪتاب هن
وقت تائين ڇاپيل موجود آهن: شايد وڌيڪ به هجن
۽ مونکي انهن جو مطالعو نصيب نه ٿيو هجي. انهن ۾
ڪي انگريزي، ڪي پارسي ۽ گهڻا تڻا سنڌي آهن.
گهڻو ڪري اهي سڀ ڪتاب ابتدائي ۽ سيڪنڊري
سڪولن توڙي ٽريننگ ڪاليج ۽ سيڪنڊري ڪاليجن
۾ درسي، انعامي يا لئبرري بوڪ طور ڪم آڻڻ لاءِ
تعليم کاتي جا منظور ٿيل آهن، تنهن هوندي به نهايت
ارمان جهڙي ڳالهه آهي، جو جيترو تعليمي فائدو انهن
بي بها ڪتابن مان حاصل ڪري سگهجي ٿو، اوتري
فائدي حاصل ڪرڻ ڏانهن ابتدائي خواه سيڪنڊري
تعليم وٺندڙ شاگردن جو ڌيان ئي ڪونه ڇڪائڻ ۾ ٿو اچي.
انهيءَ بابت وڌيڪ احوال اڳتي ڏيو، جتي ڪتابن

جي تفصيل بيان ڪندي ڪن خاص ڪتابن جو ذڪر
ڪيو ويندو.

ميرزا صاحب مرحوم جي تصنيف ڪيل علمي
اخلاقي ۽ روحاني واقفيت سان ڀرپور ڪتابن جو جيترو
انداز ڇاپيل آهي، قريباً اوترو ئي انداز سندس هٿ
جي لکيل اڻ ڇاپيل ڪتابن جو اڃا تائين سندس وارثن
وٽ موجود آهي. اهڙا نديا وڏا دستخط ڪتاب، جن
جي زيارت مونکي نصيب ٿيل آهي، سي ٻه ڪل
ڏيڍ سو ڇويهه آهن.

سنڌي ٻولي ۾ تي هيتري ساري قلمي فياضي ڪرڻ
سان گڏ ميرزا صاحب مرحوم وٽ زباني فيض جو
دڪان به سدائين کليل رهندو هو. ڪهڙي به ڳوڙهي
صوفيانه مسئلي يا ڪنهن روحاني ۽ معنوي ڪلام جي
ميدان ۾ ڪنهن ٻوڙهل مسافر کي تسلي بخش رستي
ڏيکارڻ وارو ڪو فياض استاد هو، ته ميرزا صاحب
مرحوم ئي هو. سنڌ جو هرهڪ اهل قلم پنهنجي نظم
يا نثر واري تصنيف کي ميرزا صاحب مرحوم جي
نظر مان ڪيائڻ تصنيف جي عام مقبوليت لاءِ سند
سمجهندو هو. آءٌ ته ميرزا صاحب مرحوم جي وصال
کان پوءِ بس پاڻ ئي سمجهان ٿو هي وڏو روحاني فيض
سمجهان ٿو، جو اپريل ۽ مي ١٩٣٠ع ۾ ڪو اهڙو سٺائو
سرڪاري سبب پيدا ٿي پيو، جنهنجي ڪري مونکي

سندن سموري دستخط تصنيفات مطالع ڪرڻ جو موقعو نصيب ٿيو.

انهيءَ دستخط تصنيفات مطالع ڪندي مونکي هيءَ عبرت حاصل ٿي، ته هر هڪ ڪتاب ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي هٿ سان لکيو آهي، ۽ وري ڪنهن به ڪتاب ۾ ڊاٽ ٿيل ئي نه آهي، جنهن مان ثابت آهي، ته مرحوم کي پنهنجي اڻ ٿڪ برق صفت قلم تي ايترو قبضو هوندو هو، جو هڪ ڀيري لکيل بياض تي وري نظر ثاني ڪرڻ لاءِ وقت ضايع ڪرڻ جي ضرورت ئي نه سمجهندو هو. تنهنڪان سواءِ انهن بياضن ۾ ورق ورق پنيان نمر جا پڻ پيل آهن، جنهن مان سمجهجي ٿو، ته خود ميرزا صاحب کي به تسلي هئي ته سندس تصنيفات جو گهڻو حصو سندس حياتيءَ ۾ شايع ٿيڻ کان رهجي ويندو.

نم جي پڻ جي حفاظت هوندي به ڪن بياضن جا ورق اوتو ٽڪي ويو آهي. جيڪڏهن اها هيتري ساري قيمتي دستخط تصنيفات اشاعت ۾ نه آئي ۽ خدانخواسته پئي پئي ندوري اوني جو شڪار ٿي ويئي ته اها ڳالهه سنڌي ادب جي حق ۾ هڪڙو ناقابل تلافي نقصان ۽ بدقسمتي ليکبي.

اڄ ميرزا صاحب مرحوم جن جي شاعري ۽ شعر خواه نثر نويسي، ۽ سندن چاهيل توڙي دستخط تصنيفات

جو تفصيلوار بيان پيش ڪريان، تنهن کان اڳ ضروري آهي، ته سندن سڳوري حياتيءَ جو مختصر احوال ڏيان.

## (٢) والد شريف

مرزا قليچ بيگ مرحوم جو والد شريف ميرزا فريدون بيگ هو، جو جارجيا (ڪاڪيزس) ملڪ جي تختگاه طفلس شهر ۾ سنه ١٨٢٠ع ۾ ڄائو هو. ميرزا فريدون بيگ جا پي ڏاڏا آرمينين ڪرسٽان اميرزادا هئا ۽ ميرزا فريدون بيگ جو جائي ڄم جو نالو مستر سبلني هو. جڏهن جارجيا جو علائقو ترڪن رشيا کان کنيو هو، تڏهن ان وقت جي دستور موجب طفلس جا جيڪي اميرزادا جنگ ۾ فتح ڪيل غلام ٿي ترڪن جي هٿ ۾ آيا، تن ۾ ننڍڙو مستر سبلني به هو. هو عمر ۾ اجا ٻار هو ۽ جنهن ٻالپڻ ۾ طفلس مان پڪڙجي ويو، تنهن وري پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ مٽن مائٽن جو منهن اکين سان نه ڏٺائين. انهيءَ دردناڪ حالت جو نقشو ميرزا قليچ بيگ صاحب پنهنجي پارسي ڪلام ۾ هن طرح چٽيو آهي:-

> "از وطن آواره شد از روز هائي بچگي
> تا به وقت نزع مانده در فراق مام و باب
> همسران را ياد کرد و همدمان را ياد کرد
> قطرها از ديده مي باريد همرنگ خضاب"

(سوداء خام پارسي قصيده نمبر ١)

يعني:- ”جنهن ٻالپڻ جي وقت کان وٺي وطن کان
وڇڙيو، تنهن وفات جي وقت تائين ماءُ پيءُ جي وڇوڙي
۾ گذاريائين. جيڏن سورن کي ياد ڪري ڏڪڻون نير
پيو وهائيندو هو.“

ميرزا خسرو بيگ صاحب جو سنه ١٨٠٥ع ۾ سنڌ ۾
آيو هو، ۽ سنڌ جي حاڪم **مير ڪرمعلي خان** ٽالپر
جي دربار جو هڪڙو معزز امير هو، ۽ حڪمت جي
ڪم ۾ هوشيار هئڻ ڪري درباري حڪيم به هو، سو
مير صاحبن جي طرفان ايلچي ٿيو **ايران** ۽ **عراق** ۾
ايندو ويندو هو. مسٽر سڌني ترڪن جي هٿان غلاميءَ
جي حالت ۾ ايران جي ڪنهن امير وٽ هو. انهي هن
ڇٽيهه لکڻي ڇوڪر جي چمڪندڙ پيشاني ميرزا خسرو
بيگ صاحب کي موهي وڌو، سو کيس آزاد ڪرائي
پاڻ سان سنڌ ۾ وٺي آيو ۽ ان وقت جي حاڪم مير
ڪرمعلي خان جي دربار ۾ آڻي پيش ڪيائينس، ۽ مسلمان
ڪري سندس نالو رکيائين فريدون بيگ.

ٿڌو گهڙو پاڻ کي ڇانو ۾ رکائي، تنهن وانگر
فريدون بيگ جي فهم فضيلت ۽ ادب حياءَ تي جهڙو
مير ڪرمعلي خان ڇڪن ڏوندو هو، تهڙوئي ميرزا
خسرو بيگ مٿس پدرانہ شفقت جو هٿ رکندو ايندو
هو. ميرزا خسرو بيگ پنهنجي اولاد سان گڏ فريدون
بيگ جي تربيت ۽ تعليم جو انتظام رکيو. فريدون
بيگ علم ۽ فضيلت ۾ پاڻ کي اهڙو هردلعزيز ڪيو،

جو ميرزا خسرو بيگ کيس پنهنجي ننيالي جو سگهو ڏني پنهنجي خاندان سان ملائي ڇڏيو.

ميرزا فريدون بيگ پنهنجن مربين جي پيروي ڪري پڪو اثنا عشري شيعو هو، ۽ آخر تائين انهيءَ مذهب جو پابند رهيو.

ميرزا فريدون بيگ صاحب ميرن جي صاحبيءَ تائين عيال سميت ميرن سان گڏ حيدرآباد واري قلعي ۾ رهندو هو. ميرن جي صاحبي ختم ڪان پوءِ ڪجھ وقت حيدرآباد ڇڏي وڃي ٽنڊو سائينداد (نزديڪ ٽنڊو محمد خان) ۾ رهيو. اتي اوچتو سندس گهر کي اچي باهه لڳي، جنهن ۾ مال ملڪيت ۽ قيمتي قيمتي جواهرات سڀ جلي خاڪ ٿي ويئي. ميرزا فريدون بيگ پوءِ ٽنڊو سائينداد مان لڏي ٽنڊو ٺوڙهي (لڳ حيدرآباد سنڌ) ۾ اچي رهيو، جت اڄتائين سندس اولاد رهيتو.

ميرزا فريدون بيگ کي ٻه فرزند (ميرزا غلام رضا بيگ ۽ ميرزا صادق علي بيگ) ٽنڊو ٺوڙهي ۾ لڏي اچڻ کان اڳ هئا، ۽ ٽيون نمبر فرزند يعني سنڌي ادب (لٽريچر) جو سرتاج ميرزا قليچ بيگ ٽنڊو ٺوڙهي ۾ لڏي اچڻ کان پوءِ تولد ٿيس.

ميرزا فريدون بيگ جيتوڻيڪ زماني جي گردش ڪري مسڪين ٿي ويو هو، تڏهن به سندس دانائي ۽ دل جي همت کي آفرين هجي، جو سنڌ ۾ جنهن مسلمان اول اول پنهنجن پٽن کي مذهبي ۽ اخلاقي

تعليم سان گڏ انگريزي اعليٰ تعليم ۾ ماهر بڻايو سو
ميرزا فريدون بيگ مرحوم ئي هو.

ميرزا فريدون بيگ ستونجاھ ورهن جي عمر ۾
تاريخ ٢١ جنوري ١٨٧٧ع ۾ ست فرزند ۽ ٻه نياڻيون
ڇڏي دنيا مان رحلت ڪئي. ان وقت سندس
ستن فرزندن مان ٻه وڏا فرزند ٻنهنجي ڪرائي قوت
وارا ۽ عزت ڀرين عهدن تي فائز هئا.

## (٣) ٻائُر

اسانکي فقط شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، صاحب
جو احوال لکڻو آهي ۽ ۾ سندس ڀائرن بابت ايتري بيان
ڪرڻ جي ضرورت آهي، جيتري بيان جو سنڌي
ادب سان واسطو آهي.

مرحوم مرزا فريدون بيگ کي ست فرزند هئا:-
[١] مرزا غلام رضا بيگ صاحب [٢] مرزا صادقعلي بيگ
صاحب [٣] مرزا قليچ بيگ صاحب [٤] مرزا علي قلي
بيگ صاحب [٥] مرزا جعفر قلي بيگ صاحب [٦] مرزا
حيدر قلي بيگ صاحب ۽ [٧] مرزا نجف قلي بيگ صاحب

مرزا غلام رضا بيگ مرحوم سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪڙو
عجيب تحفو ڇڏيو آهي، مگر ارمان آهي، جو ان
تحفي جي ڪا ٻڌواري ڪانه ٿي آهي. اهو تحفو آهي
سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل "علم منطق". هيءَ وڏيءَ
تختيءَ وارو عمدي ۽ جهوني عربي سنڌيءَ ٻوليءَ ۾

تعليم کاتي جو تذ هوکو ڇپيل آهي، جڏهن اجا ٽائيپ
ڇاپي وارئيون مشينيون سنڌ ۾ هيون ئي ڪين. انهيءَ
ڪتاب جي ڪا ڪاپي ڪٿهن سرڪاري تعليم گاهه
جي لئبرري مان ملي سگهندي.

مرزا صادق علي بيگ صاحب مرحوم سنڌ جي لٽريچر
ڪميٽيءَ جو شروعات کان ڪارائتو صلاحڪار هو. هن
شرٽ صاحب نالي هڪڙي يوروپين عالم سان شامل ٿي
ٻه وڏيون ڊڪشنريون تيار ڪيون: هڪ انگريزيءَ
مان سنڌي ۽ ٻي سنڌيءَ مان انگريزي. اهي ٻئي
ڊڪشنريون اڄ تائين تعليم کاتي جا معتبر "ريفرنس
بڪ" آهن. مرزا صادق علي بيگ صاحب مرحوم جو
لکيل پيمائشي حساب جو ڪتاب اڄ تائين ڪارائتو
سنڌي درسي ڪتاب آهي.

مرزا علي قلي بيگ صاحب مرحوم وري سنڌي
لٽريچر ۾ هي قيمتي اضافو ڪيو، جو تڪليفون سهي
خرچ ڪري صوفين جي سرتاج سچل سائين جو سارو
ڪلام ۽ ان جي صحيح سوانح عمري هٿ ڪري ٻن
وڏن جلدن ۾ ڇاپائي پڌرا ڪيائين.

مرزا حيدر قلي بيگ ۽ مرزا نجف قلي بيگ ٻنهي
پائرن ڦوهه جواني ۾ شادي ڪرڻ بنا ئي هڪ ٻئي پٺيان
رضا ڪئي: هڪڙي تاريخ ٢٥ فيبروري ١٨٩١ع ۽
ٻئي تاريخ ٤ مارچ ١٨٩١ع. انهن پائرن جي وصف ۽
فراق ۾ مرزا قليچ بيگ هي ڪافي ٺاهي آهي:—

# ڪافي. سر آسا

ويا وطن وري وڻجارا
محبوب منا موچارا

١- هت آيا قسمت سانگي سي ٻر ٻحر اورهانگي
رهيا وير ويراڳين وانگي آديسي اڏي اوتارا
محبوب منا ..........

٢- هت مرلي موندي مڻيان ڳل ڳانا جان تي جڙيان
ڳڻ تنجا کهڙا ڳڻيان لايا نانگن نيعهن نظارا
محبوب منا ... .....

٣- آيا عطر عنبير انائي ڌنئون جڳ کي واهه ورهائي
وينا وره جو وکر وهائي سوداگر سخن سچارا
محبوب منا ........

٤- ڪريان ڳالهه تنهين جي ڪيهي
دل رمزن سان تن ريهي
پائي پيچ اندر ويا پيهي پرديسي پرين پيارا
محبوب منا ..........

٥- ڪئي سامن سنگت سگهوئي
ملي خاڪ ۾ ڌاڳا ڌوئي
رمبا راهه مٿي سي روئي ڇڏيا سڳ سداسين سارا
محبوب منا ........

٦- ويسا لال ٻڌي لانگوٽي
لاهوت چڙهيا وڃي چوٽي

ايندا ٿ مسافر موٽي ڀروس ٿيا ويچارا

محبوب منا .........

٧— جڏهن ياد پــون تــا جاني
دل درد کون ٿئي ديــواني
سڪ سوز کان سوگرداني پل پل ۾ جگر ٿئي پارا

محبوب منا .........

٨— ويون کل ڦليچ جــون واهون
پهو عرش رســاٽي آهــون
ڪري درد وندن جــان دانهون
نت نيٺي وهــائــي نــارا

محبوب مــنــا موچــارا
ويــا وطــن وري وڻجارا

[ سوداء خام ڪافي نمبر ٥ ]

پنهنجن نوجوان يائرن جي فراق ۾ مرزا صاحب مرحوم ٻي هينئين ڪافي ٻه چئي آهي:—

## ڪافي. سر ڀيروي

جس جوڳيئڙن ڪــي آهــي
جــي ويئڙا تــوڙ نبــاهــي

١— جنگ جوان لــڏيــا لاهوتي
لڦي ڪياڻون سگــ ثبوتــي
خاڪ ملي ڪيئون الگـــ ڀبوتي
ويس وڳــا سي لاهي

جس جوڳيئڙن ........

٢— سفر سيهي يا سوره سامي
سانگ سڻي ٿيا نانگا نامي
ديسي ٿيا پرديس مقامي ماڳ مٽيءَ جا ناهي
جس جوڳيڙن ........

٣— ڪا ڳڙين جي ڪل نه ڪائي
ڳالهيون تن جون سڀ ڳجهائي
واريون ترت وڃڻ جي وائي سودن سات سنپائي
جس جوڳيڙن ........

٤— وس وڏي هٿا سامي سياٽا
سچ بيراڳين ڪيا سڀ ياٽا
مارن تن جا محبت ماٽا ڳاھ اندر دل ڳاهي
جس جوڳيڙن ......—

٥— جن جا پند قليچ پچائين ڳوڙها جن لڳي ڳل وهائين
سي جوڳيڙا جهد مڇهائين قاف رسيا وڃي ڪاهي
جس جوڳيڙن کي آهي
جي ويڙا توڙ نباهي
(سودائي خام ڪافي نمبر ٣٥)

## (٣) ذني پڙهڻ ۽ تعليم

ميرزا قليچ بيگ صاحب تاريخ ٤ محرم ١٢٧٠ هجري برابر عيسوي سن ١٨٥٥ ۾ ٽنڊي ٺوڙهي ۾ تولد ٿيو هو. جنهن ته سندس جنم جو سالگره ٻارهوئي محرم مهني ۾ پيو ايندو هو، تنهن ڪري الهيءَ بابت

هڪڙو دلچسپ ۽ پر حڪمت شعر چيو اٿس :—

## غزل

ڪن ماڻهو خوشي عام ٿا نت سالگرهه تي
هر سال ۾ جو ڏينهن ڄمڻ جو ٿئي تن جي
قسمت تي عجب منهنجي جو منهنجا ۽ پراوا
روئن ۽ پٽن منهنجو جڏهن سالگره ٿئي
پيا يار چمن، پاڻ رئن، خوش ٿي کلن پيا
روئندو آءٌ ڄميس، پڻ مون ڏٺو رئندو ٻين کي
پيدا آءٌ محرم ۾ ٿيس ڇوٿين هئي تاريخ
واويلا ۽ هي هي جي مون ٻولي ٻڌي رئندي
پيا جڏهن مرڻ، سور ۽ بيماري رئاربن
جڳ خوش ٿي کلي روئي مٿي منهنجي ٻڍاپي
لاتقنطوا پيريءَ ۾ اچا پڙهندو قليچ آهه
ٿيو گرچ گنهگار، تو جنت ۾ وڃي پئي
(ديوان قليچ غزل ٣٤٨)

مرحوم آخوند شفيع محمد صاحب حيدرآباد جو خانگي مڪتب ٽنڊي نوڙهي ۾ هوندو هو، تنهن مڪتب ۾ ميرزا صاحب مرحوم تعليم وٺڻ شروع ڪئي هئي. حقيقت ڪري گهرئي ميرزا صاحب جو ٻاهريون مڪتب هو، جنهن زمانه شناس والد شريف ۽ تعليم يافته روشن دماغ والده ماجده ڪيس اخلاق ۽ مذهب جي پابنديءَ جي تعليم سان پوريءَ طرح نوازيو هو.

مرزا صاحب ننڍي هوندي ئي تمام ذهين هوندو
هو. جيڪو شعر يا راڳ پنهنجي والد يا ناني کان ٻڌندو
هو، سو هڪدم جهٽي وٺندو هو. ننڍي هوندي
جڏهن جڏهن پنهنجي ناني مرزا خسرو بيگ مرحوم
وٽ ويندو هو، تڏهن هو خوش طبعي طرح چوندو
هوس ته پنهنجو ڪو شعر ٺاهي ٻڌاءِ. تنهن تي ننڍڙو
ذهين مرزا بي معنيٰ مگر هم آواز لفظ ملائي ٻه شعر
پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو ۽ مٺائيءَ جهڙي
شيءِ يا خرچي انعام طور پنهنجي ناني کان حاصل
ڪندو هو.

قرآن شريف ۽ پارسي تعليم آخوند شفيع محمد صاحب
جي مڪتب مان حاصل ڪرڻ بعد مرزا صاحب کي
وري حيدرآباد جي ڪورين جي پڙ واري مشهور
آخوند علي محمد صاحب مرحوم جي مڪتب ۾ پارسي ۽
سنڌيءَ جي تعليم لاءِ وهاريائون. ديوان ڏيارام گدومل
۽ ساڌو هيرانند جن ٻئي انهيءَ مڪتب ۾ اچي مرزا
صاحب سان ڪلاسي ٿيا، جن سان پاڙيءَ تائين دوستاڻو
رشتو قائم هوس. ڪجهه وقت کان پوءِ انهيءَ مڪتب
مان اٿاري وري سرڪاري سنڌي اسڪول ۾ مرزا
صاحب کي وهاريائون، جنهنجو هيڊ ماستر مٽيارن
وارو مشهور عالم مخدوم قاضي حاجي احمد صاحب هو،
جو پوءِ حيدرآباد جي نارمل اسڪول ۾ معلم هو، جنهن
جا ٺاهيل "آغاز پارسي" ۽ "منتخب رسالو شاهه جو"

اچ ٿائين درسي ڪتابن ۾ داخل آهن. مخدوم قاضي حاجي احمد صاحب جي سڪول مان چوٿون درجو پاس ڪري مرزا صاحب حيدرآباد جي گورنمينٽ هاءِ سڪول ۾ اچي انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخل ٿيو (١٨٦٥—٦٦ع).

مرزا صاحب ۽ سندس ڀائرن جي عمرين جي وچ ۾ سال سال يا ٻن ٻن سالن جو ويڇو هوندو هو. پڙهڻ ۾ ڪو چوٿين درجي ۾ ته ڪو ٻئي درجي ۾، ته ڪو پهرئين درجي ۾ هوندو هو. هو پاڻ ۾ نهايت پيار سان گڏجي کيلندا ڪڏندا ۽ پڙهندا هئا.

مرحوم شمس العلماءَ جي زبان جي ڳالهه آهي ته- "شروعاتي تعليم واري زماني ۾ آسماني گردش سبب اسانجي ڪٽنب جو گذران تمام غريباڻو ٿي ويو هو. بعضي سڪول ۾ صاف ۽ سٺن ڪپڙن پائي وڃڻ جي ضرورت ٿيندي هئي ۽ پنهنجو ڪو سٺو پهران يا قميص نه هوندي هئي سون، ته والده صاحبه اسانکي ڪوٽن جي هينان زنانا چولا پڪايو سڪول ۾ موڪليندي هئي. اهي چولا ڪوٽن جي اندران عمدا پيا لڳندا هئا، ڏسندڙ پروڙي ڪونه سگهندو هو، ته زنانا چولا آهن يا مردانا. اَن وقت ٿڙن هي مداحات ناهي هئي، جا اسين سڀ ڀائر روزمره صبح جو ڏاڍي درد سان گڏجي پڙهندا هئاسون.

# مناجات

الهي مهر مان پنهنجي اسان تي ڪا ڀلائي ڪر
گناهن ۾ آهيون گمراهه، تون ڪا رهنمائي ڪر

ڏکن سورن سندا ڏولا سنا ٽئون هت عمر ساري
سکن کي تا سڪون ساري خوشي ۽ دل ڪشائي ڪر

اسانجا ڪم عبث اونڌا وڻائن پاپ ۾ واري
وسيلو ڪو ٻيو ڪونهي رحم سان تون رهائي ڪر

رلي ٿيا هيون اصل آتا رنجن جي رات ڪٽڻ گذري
رسائج روز روشن کي نماڻن تي نوائي ڪر

ڪيو فتنن اسان فاني، فڪر فاقا ڪديا سين سڀ
جهڙن جهيڙن ڪڪر ڪارا صلح جي ڪا صفائي ڪر

اٿئون چوطرف چوڌاري بلائون آفتون اوڏيون
ڏکيو دشمن ڏڪارن تا تڙي تن کي توائي ڪر

عذاب ۽ درد بيماريون جلائن جان کي جهوري
ولهن جا ويچ واهر تي صحت ڏي ۽ شفائي ڪر

ڪپت ۽ ڪوڙ کان پاسو وٺائج ٻهر مان موٽي،
ڪڍي قلبئون ڪچائن کي سچت ڏي ۽ سچائي ڪر

لنگهائج پيچرا ڀڙين رلياسين رات ڪاريءَ ۾
رسج موڙهن سندا رهبر سپاجها ڪا سهائي ڪر

اسانجو تو بنان ڪونهي وسيلو ڪو خداوندا
نمون تا تو اڳيان سائين! مدد ڏي ۽ رسائي ڪر

(سوداء خام مناجات ڀرين)

اهڙوئي دانا بينا ڏٺي تعاليٰ جنهن انهن ماڻهن ڪلن جا سوال اڳهاپا؛ ست ئي ڀائر علم، اخلاق ۽ فضيلت ۾ فائق ٿيا، ۽ اهڙا ڪرائي ڪوت وارا ٿيا، جو سڀ ڄڻون لهي وين. جنهن ته ميرزا غلام رضا بيگ بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج جو انڊر گريجوئيٽ ٿيو ۽ وفات وقت (٣ سيپٽمبر ١٨٩٥) فرسٽ اسسٽنٽ ڊپوٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ضلع ڪراچي جو هو.

ميرزا صادق علي بيگ ايلفنسٽن ڪاليج جو گريجوئيٽ هو. ساري سنڌ ۾ پهريون پهريون مسلمان جنهن بي- اي امتحان پاس ڪيو، ميرزا صادق علي بيگ هو. پينشن وٺڻ وقت هو حيدرآباد ضلع جو ڊپوٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر هو. ايڪهٺ ورهن جي عمر ۾ ١٩١٢ع ۾ وفات ڪيائين.

ميرزا علي قلي بيگ مئٽرڪ امتحان پاس ڪيل هو ۽ وفات وقت فرسٽ اسسٽنٽ ڊپوٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ضلع ڪراچي جو هو.

ميرزا جعفر قلي بيگ بمبئي جي گرانٽ ميڊيڪل ڪاليج جو ايل-ايم اينڊ ايس امتحان پاس ڪري ولائت ويو، جتي لنڊن جو ايم- آر- سي- پي ۽ ايڊنبرگ جو ايم- آر- سي- ايس امتحان پاس ڪيائين. آءِ- ايم- ايس امتحان به ڏنائين جنهن ۾ ٻين سڀني کان ۾ پاس ٿيو، مگر بدن جي تور گهٽ هئڻ ڪري ڪيس انهيءَ پوئين امتحان جو سرٽيفڪيٽ نه مليو. سنڌ جي هندن خواه

مسلمانن مان اول اول جو شخص ولايت ۾ تعليم وٺي ويو هو، سو ميرزا جعفر قلي بيگ هو. ڪراچيءَ ۾ پنهنجي شاهي خانگي اسپتال هلندي هيس ۽ پهريون نمبر هوشيار ۽ هاڪارو ڊاڪٽر ليکبو هو. تاريخ ٢٢ اپريل ١٨٩٨ع ۾ وفات ڪيائين.

ميرزا نجف قلي بيگ انجنيري کاتي ۾ هو ۽ وفات وقت ڪنبر، جو سب ڊويزنل آفيسر هو.

ميرزا حيدر قلي بيگ پوليس کاتي ۾ اول سب انسپيڪٽر ۽ پوءِ انسپيڪٽر ٿيو، پر پوءِ استعيفا ڏيئي وڏي ڀاءُ جعفر قلي بيگ سان گڏ ان جي ڪراچيءَ واري خانگي اسپتال جي ڪم ۾ وڃي شامل ٿيو.

ميرزا قليچ بيگ صاحب ننڍي هوندي مناجاتون گھڙيون ناهيندو ۽ پڙهندو هو، جي پوءِ ڦيرگهير ڪري پنهنجن ناٽڪن جي ڪتابن ۾ ڪم آندائين ۽ "سوداءِ خام" توڙي "ديوان قليچ" ۾ به داخل ڪري ڇڏيون اٿس.

سال ١٨٧٠-٧١ جي ڳالهه آهي، جڏهن مرزا غلام رضا بيگ مرحوم ڪراچي جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ پرشن ٽيچر هو ۽ ميرزا صادق علي بيگ مرحوم الله ٽو آهر بي- اي امتحان پاس ڪري آيو هو ۽ ميرزا قليچ بيگ مرحوم حيدرآباد جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ انگريزي پنجون درجو پڙهندو هو. ان وقت فلٽن صاحب، جو سنڌ جو ايجوڪيشنل انسپيڪٽر به هو ۽ اسسٽنٽ ڪمشنر به هو، سو ڪراچيءَ مان گاڏيءَ ۾ چڙهي

حيدرآباد هاءِ سڪول جي انسپيڪشن ڪرڻ تي آيو. مرزا صادقعلي بيگ به ساڳيءَ گاڏيءَ ۾ ڪراچيءَ مان چڙهي حيدرآباد تي آيو، تنهنڪري خيال ڪيو ته ڪنهن سٽيشن تي وجهه ملي، ته فلاڻن صاحب سان ملان ۽ نوڪريءَ لاءِ عرض احوال ڪريانس. گاڏي جڏهن جنگشاهي سٽيشن تي اچي بيٺي، تڏهن مرزا صادقعلي بيگ اچي فلاڻن صاحب سان مليو. فلاڻن صاحب سمجهو ته مرزا غلامرضا بيگ ڪراچي هاءِ سڪول مان منهنجي اجازت ڏاران ڇوٽ (حيدرآباد) وڃي ڪيو ۽ مون کي هت اطلاع ڪرڻ لاءِ آيو آهي، سو ڏاڍو گرم ٿي مرزا صادقعلي بيگ کي چوڻ لڳو ته تون منهنجي اجازت ڏاران هاءِ سڪول مان نڪتين؟ فلاڻن صاحب اهڙو تپي ويو، جو مرزا صادقعلي بيگ کي ڳالهائڻ ئي نه ڏئي. آخر مرزا صاحب تهرسان سمجهايس ته اهو توهان جو زيردست مرزا غلامرضا بيگ منهنجو وڏو ڀاءُ آهي ۽ هو پنهنجيءَ ڊيوٽيءَ تي آهي. اسين ٻئي ڀائر شڪل شباهت ۾ هڪ جهڙا آهيون، تنهن ڪري صاحب بهادر ڀلجي پيا آهن. انهي صاحب بهادر ٿريو ۽ پنهنجي اتاڪائيءَ تي پروقت پشيماني ظاهر ڪيائين. مرزا صادقعلي بيگ جي دل اهڙي ترش ٿي پيئي، جو صاحب بهادر کي نوڪري بابت ڪجهه به نه چيائين، بلڪ چوڻ جـو ارادو ئي لاهي ڇڏيائين.

فلاڻن صاحب جڏهن حيدرآباد جي گورنمينٽ هاءِ

سڪول ۾ آيو، تڏهن هيڊ ماستر ڊاڪٽر ڀنڊارڪر کيس
ڪلاس مان گهرائيندو پهرين درجي واري ڪلاس
۾ وٺي آيو. هوشيار ۽ سلڇڻي شاگرد تي هميشه استاد
جو پيار ۽ مهرباني زياده ٿيندي آهي ۽ هو چاهيندو
آهي، ته جيترو ٿي سگهي اوترو جلد ان شاگرد کي
سندس هوشياري ۽ سلڇڻائيءَ جو قدر ڏيارجي. سو
هيڊ ماستر اتي صاحب بهادر کي ڳالهين ڪندي چيو
ته منهنجي سڪول ۾ هڪڙو عجيب ننڍڙو شاعر ٻار
آهي، سو اِجهو (مرزا قليچ بيگ ڏي اشارو ڪري)
هيءُ آهي. ائين چئي مرزا صاحب جا ٻه ٽي ننڍڙا
شعر جي وٽس هئا، سي صاحب بهادر کي ڏيکاريائين.
فلٽن صاحب پاڻ به علم ادب جو عالم هو، سو حيرت ۾
پئجي مرزا صاحب کي هيٺ مٿي چتائي نهارڻ لڳو.
آخر صاحب بهادر مرزا قليچ بيگ کي پينسل ۽ اڇو پنو
ڏيئي هڪڙي خالي ڪلاس ۾ وهاريو ۽ چيائينس ته
ڪو به نئون شعر ٺاهي مون کي ڏيکار. صاحب بهادر
پاڻ ساموهون ڪلاس ۾ وڃي ٻين ڇوڪرن جو امتحان ورتو.

مرزا قليچ بيگ ڪلاڪ کن ۾ مناجات ٺاهي پٺي
پني تي پينسل سان صاف اکرن ۾ لکي وڃي صاحب
بهادر جي هٿ ۾ ڏني ۽ پاڻ ادب سان ساموهون بيهي
رهيو. صاحب بهادر مناجات جون رف ۽ فيگر ڪاپيون
۾ ڏٺيون ۽ مرزا صاحب جي ذهنيت تي ڏاڍو خوش
ٿيو. شاگرديءَ جي حالت ۾ ئي چاليهه روپيا ماهوار

بگهار ڏيئي سائين سڪول ۾ پروشن ٽيچر ڪري رکيائونس. وري جو صاحب بهادر کي هيڊ ماستر مان معلوم ٿيو، ته انهيءَ ننڍڙي شاعر جو هڪڙو ڀاءُ تازو بي- اي امتحان پاس ڪري آيو آهي، ۽ ٻيو ڀاءُ ڪراچي جي گورنمينٽ هاءِ سڪول ۾ پروشن ٽيچر آهي، تنهن تي صاحب بهادر کي جنگشاهي شڪيشن وارو نظارو دل تي تري آيو. صاحب بهادر بروقت مرزا صادقعلي بيگ صاحب جي نالي هڪڙي چٺي لکي، مرزا قليچ بيگ جي هٿان رواني ڪئي. ان چٺيءَ موجب مرزا صادقعلي بيگ صاحب بهادر سان بنگلي تي وڃي ملاقات ڪئي. صاحب بهادر بروقت ڪيس گورنمينٽ بڪ ڊيپو ڪراچيءَ جو ”ڪيوريٽر“ مقرر ڪيو.

مرزا قليچ بيگ سڪول ۾ فلٽن صاحب کي هيءَ مناجات ٺاهي ڏني هئي:-

## مناجات

الاهي ڪرم ڪر اسان تي قراري
آهيون اصل کان سڀ ڏکيا ۽ ڏهاري

ڏ جنهن دين ايمان پنهنجي ڪرم سان
ڪسون قلب مان ڪوري ڪيجن ڪفاري

ڏکن ڏوجهرن جي خزان ڪئي خرابي
يلا آڻ ڪا سک سندي نوبهاري

نه ڪو خير جو ڪم ڪيو ٿئون خدايا
گناهن ۾ گاري عمر سڀ گذاري

چڱائي جو رستو ٻڌائج اسان کي

ڪريون شال توبهه جي ترتون تياري

مدد ڏي اسان کي پيادا ٿيون پيا

سپاڄها سدائين سڪون لئي سواري

آهيون غير واقف نڪو سونهون سائي

اڳيان پيچرا پيا مٿان رات ڪاري

سدا علم جو شوق ڏي تون اسان کي

سنواري سيڪارج هنر سڀ هزاري

الاهي اسان فتح هر باب ۾ ڏي

ڪر آسان مشڪل ڏکي بار باري

خداوند تنهنجي اڳيان سڀ نمون ٿا

دل و جان سان توبهه ڪري زار زاري

**نوٽ:-** مرزا صاحب مرحوم ڇاپيل "سوداءِ خام" جي هڪڙي ڪتاب ۾ پڇاڙيءَ واريون ٻه مصرعون هيٺئين سان هن طرح درست ڪيون آهن:-

نمي تو اڳيان ڇئي قليچ اي خداوندا

ڪريون دل سان توبهه روئي زارزاري

(سوداءِ خام مناجات چوٿين)

ميرزا قليچ بيگ صاحب ٻارهن مهنا ڪن پرشن ٽيچري ڪري سنه ١٨٧٢ع ۾ مئٽرڪ امتحان پاس ڪيو، ۽ سنه ١٨٧٣ع ۾ ٻمبئيءَ جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ بي-اي جي تعليم وٺڻ شروع ڪيائين.

ميرزا حيرت جو ايلفنسٽن ڪاليج ۾ پارسي ۽ عربي پروفيسر هو، جنهن کان گورنمينٽ مالڪم صاحب جي انگريزي ۾ لکيل "تاريخ ايران" جا ٻه وڏا جلد پارسيءَ ۾ ترجمو ڪرائي ڇاپايا هئا، تنهن جي سفارش سان ميرزا قليچ بيگ اُتي ٻه تعليم وٺندي پارسي پڙهڻ لاءِ پگهار سان "فيلو" مقرر ٿيو.

ايلفنسٽن ڪاليج جي پڇاڙيءَ واري امتحان ۾ ميرزا صاحب ناپاس ٿي پيو. ڀيرو مل مهرچند صاحب هڪڙيءَ مخزن ۾ لکيو آهي، ته مرزا صاحب حسابي ڪم ۾ ناپاس ٿيو هو؛ پر مرزا منوچهر بيگ صاحب کان معلوم ٿيو آهي، ته "مرزا صاحب پارسيءَ جي پيپر ۾ ناپاس ٿيو هو، سو هن ڪري جو پارسي پيپر جي جوابن ۾ مرزا صاحب عربي لفظ تمام گهڻا ۽ ڳرا ڪم آندا هئا. تنهن تي ممتحن هن نوٽ ڪرڻ سان کيس ناپاس ڪيو ته "توکي پارسيءَ ۾ امتحان ڏيڻو هو، نه عربيءَ ۾".

مرزا صاحب سنه ١٨٧٦ع ۾ بمبئي ڇڏي سنڌ ۾ آيو.

## (٥) روزگار ۽ جواني

بي - اي امتحان ۾ ناپاس ٿي اچڻ کان پوءِ ڪجهه وقت مرزا صاحب بيروزگار رهيو. انهيءَ بيروزگاريءَ واري وقت ۾ جڊيشل امتحان جي تياري ڪري اهو امتحان پاس ڪيائين، جنهن کان پوءِ هڪدم مختيارڪاريءَ جو عهدو مليس ۽ پوءِ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو.

مختيارڪاريءَ توڙي ڊپٽي ڪليڪٽريءَ جي وقت
مرزا صاحب سنڌ جا جدا جدا تعلقا گهميو. نه رڳو
جدا جدا تعلقا، پر سنڌ جا آسپاس وارا طبعي نظارا جهڙوڪ
ترجون پٽون، لاڙ جا ڪلرانا پوٺا ۽ ٻيليون، ڪوهستان
جا جابلو ميدان، کيرٿر، ڪرو ۽ پب جبل جون چوٽيون
۽ غار، نين جا وهڪرا، برفباريءَ جا نظارا ۽ فقيرانا
آستان شاعراڻي نظر سان ڏٺائين. انهن سيرن هڪڙي
پاسي مرزا صاحب کي سنڌ جي جدا جدا قومن جي
حال چال ۽ ريتين رسمن جي ڪشادي واقفيت ۽
پروڙ، ٻئي پاسي سندس شاعراڻي طبيعت کي چڱي
تيزي بخشي. اهي سڀ اثر ۽ فائدا ميرزا صاحب
پنهنجي نظم ۽ نثر جي تصنيفات ۾ کولي کولي بيان
ڪيا آهن.

سنڌ ۾ جتي جتي ميرزا صاحب مختيارڪار يا
ڊپٽي ڪليڪٽر ٿي رهيو، اتي سندس ٻي ريا عدالت
قانون جي پابندي ۽ خدا ترسيءَ جون ڳالهيون اهڙيون
مشهور آهن، جي ڪن پيڙهين تائين ماڻهن کان نه وسرنديون
جڏهن جڏهن سندس ڪورٽ ۾ اهڙا جوابدار پيش
ٿيندا هئا، جي سندس خانگي چاچا ۽ تحقيقات موجب
بي ڏوهه هوندا هئا، مگر مخالف ڌرجي هلنديءَ سبب
ان تي شاهد پريو شاهديون ڏيو ويندا هئا، تڏهن فتوي
ڏيڻ وقت اڪيـن مان آب هاريو جوابدار کي قانون
موجب سزا ڏيو ڇڏيندو هو. ڪيترن ئي اهڙن

جوابدارن تي فتوي ۾ ڏنو وڃڻدو هو، ته اهو ڏنو
پنهنجي هڙئون پريو ڏيندو هو. چورن چڪارن کي
خدا ترسيءَ جون نصيحتون ۽ عام ماڻهن کي ايمانداري
۽ صلح سانت جون هدايتون ڏيندو هو. نوڪريءَ جي
ساري عرصي ۾ ڪڏهن به رشوت سان پنهنجا هٿ
پليت نه ڪيائين. ميرزا صاحب پنهنجي ڪلام ۾
هڪڙي هنڌ چوي ٿو:-

## غزل

ذاتي جوهر اپاءِ اندر پنهنجي،
پنهنجو تون فائدو ٻين کي ڏي
پهڻ روهيءَ جو ٿي، نڪو هڪر ڪات
مڻ پيو ماس ۽ هڏيءَ تي وهي
ڪر تون ٻيڙن کي پاڻ جهڙو چڱو
فيض ڀڄائي ۽ ڀلايون ڪري
ڏس نه سڀ ڪئن نه چڱڪاري کي
اور پنهنجو ڏيئي تو چمڪائي
پر پيو ڳس قليچ ٿـــي نــ. نڪو
ناڪنهن شيءِ کي تون ڇڏين نه ويڙي.
(ديوان قليچ غزل ٤١٩)



ڇڏ هٺ ۽ رهه نماڻو تون سڀ خلق سان قليچ
رک شرم ڪو، ستاءِ ڪڏهن ڪين خلق کي
(ديوان قليچ غزل ٣٤٠ مان)

... ڏوهه جوانيءَ جي وقت ۾ مرزا صاحب نهايت خبرداريءَ ۽ پاڪ بازيءَ سان وقت گذاريو. رستي هلندي جيڪڏهن ڪا ڌارين زال سامهون ايندي ڏسندو هو، ته اکيون هيٺ ڪري هليو ويندو هو؛ پر جيڪڏهن ڪا سهوليت ساريندو هو، ته رستو مٽائي هليو ويندو هو. پنهنجي ڪلام ۾ هڪڙي هنڌ چوي ٿو:-

پون سڀ لذتون نفساني شل ٻن
نه ڏي حرص ۽ هوس کي جاءِ تون من
ڏکيو پنهنجين اکين کي دوستو اٿين
خدا جو حڪم قرآني ڪريو ڪن
ته غضوا آهه من ابصارهم اٿ
چٽا سي ڪنڌ جهڪايو وات ۾ جن
زنا ڪن ٿا گهڻو ماڻهو اکين سان
نه عضوي خاص سان ٿا ايترو ڪن
زنا جي ڪن اکيون تان شاهه جن چيو
”ڪڏي ڪانگن کي ڏي تارا منجهان تن“
قليچا دل ۽ عضوا جي سنڀالين
قيامت ۾ سي حورن ساڻ وهسن

(ديوان قليچ غزل ٢١٦)

ميرزا صاحب جڏهن ڪڪڙ جو مختيارڪار ٿي ڪي ويو، تڏهن جيڏن سرتن چيس، ”هاڻ ڏسجي ته ڪئن ٿا پنهنجي ڪري قائم رکي سگهو. ميرزا صاحب

ککڙ ۾ پنهنجي نوڪري جو وقت گذاري جڏهن اتان بدلي ٿيو، تڏهن ان بابت هڪڙو پارسي قصيدو فاهيائين جنهن ۾ چوي ٿو:-

مرا کوائف ککڙ چون ياد مي آيد
دلم چون خندهٔ گل شاد شاد مي آيد
ميان بيشهٔ و صحرا چه خوبتر شهريست
درون شهر چه خوش آب و باد مي آيد
ز عام و خاص بگوشم رسيد کاين شهر يست
کزان بد رهه فسق و فساد مي آيد
ولي بتجربه بگويم که اندران دلهاست
که لائق نظر و اعتماد مي آيد
شنيده ام که همين سمت ملک ملک مها
هرانکه رفت درا و بد نهاد مي آيد
ولي بخالق ارض و سما مراست قسم
که پاک رفت دلم پاک زاد مي آيد
قليچ چونکه شدي صاف دل محبت کيش
ز حرف حرف تو بوءِ وداد مي آيد

(سوداءِ خام قصيدو ١٧)

يعني:- "مون کي جڏهن ککڙ شهر جون کيفيتون ياد پون ٿيون، تڏهن منهنجي دل خوشيءَ کان گل وانگر ٽڙي ٿي. جهنگ ۽ ٻوٽن جي وچ ۾ هڪڙو سهڻو شهر آهي، جنهنجي آب و هوا به وڻندڙ آهي

عام خاص ماڻهن کان اهين ٻڌو ڊڊو هوس، ته هي (ککڙ) اهو شهر آهي، جنهن ۾ سڀ قسم جون خرابيون ۽ بگاڙا پڌرا ٿيندا؛ پر آءٌ آزمودي سان چئي سگهان ٿو، ته انهيءَ شهر ۾ اهڙا به انسان آهن، جي هر طرح زيارت ڪرڻ جا لائق ۽ اعتبار جوڳا آهن. مون ٻڌو هو، ته هي اهو ملڪ آهي جنهن کي هما جو ملڪ ڪري سڏين ٿا. جيڪو هن ملڪ ۾ اچي ٿو، سو هتان ڪري پيو وڃي ٿو؛ پر آءٌ زمين ۽ آسمان جي پيدا ڪندڙ مالڪ جو قسم کڻي ٿو ڳالهه ڪريان، ته جهڙي اچي دل سان منجهس ويس، اهڙي ئي اچي دل سان منجهانئس نڪتس. اي قلبيچ، تون اچي دل وارو محبت وندڙ آهين، تنهن ڪري تنهنجي، هر هڪ گفتي مان محبت جو سواد پيو اچي".

پور جوانيءَ ۾ به ميرزا صاحب کي بازاري حسن ۽ ان جي خريدارن جي حال تي افسوس ۽ نفرت ٿيندي هئي، پنهنجي ڪلام ۾ هڪڙي هنڌ فرمائي ٿو:-

جنتي حسن بي پرده بازاري آهي
اتي عشق کيئن چاه مان انکي چاهي
ٿئي شمع فانوس ۾ جلوه افروز
اچن ان تي پروانا هر طرفان ڪاهي
اصل ٿو رکي قدر، جو باغ ۾ گل
سو افسوس بازار ۾ ان جو ناهي

سڏائن جي عاشق ۽ معشوق اڄ ٿا
جهلائي الهڪي ڏ جي هوند ٿاهي.
ڏسن جي ڪٿي هلندي ڪا ناز واري
ڇپون موڙي سر تي رکن پٽڪو ناهي.
ڪري سيند سرمي سان جا ناز نخرو
هٽي الڪيلٽ لٽڪي ۾ وجهجي ڏاهي
سچو عشق ۽ حسن معدوم اڄ ٿيا
قليچ آهه سچ ڇپو مونکي هڪڙي ڏاهي
(ديوان قليچ غزل ٣٦٠)



ميرزا قليچ بيگ صاحب جڏهن شڪارپور ۾ مختيارڪار هو، تڏهن ريلوي ڊپارٽمينٽ وارن صاحبلوڪن سان سندس گهڻو لهه وچڙ ٿيو. انهي هڪڙي يوريشن ڇوڪريءَ ۽ ميرزا صاحب جي وچ ۾ صاف دليءَ واري محبت پيدا ٿي ويئي. ٻنهي ڄڻن جي مرضي ٿي ته اسين پاڻ ۾ شادي ڪريون. ڇوڪريءَ جي پيءُ لاهور واري وڏي پادريءَ کان اجازت گهري ته ڇوڪريءَ کي هڪڙي مسلمان جوان سان شادي ڪرڻ ڏجي يا نه؟ پادري لکي موڪليو، ته جيستائين اهو مسلمان جوان ڪرستان ٿيڻ قبول نه ڪري تيستائين ڇوڪريءَ کي ساڻس شادي ڪرڻ جي اجازت ڏيڻي نٿي سگهجي. ميرزا صاحب، جنهنجي رڳ رڳ ۾ اسلام

جو اثر مضبوطيءَ سان سمايل هو، تنهن ڪرستان تيڻ کان انڪار ڪيو ۽ ان يوريشن ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ جي ڳالهه ڇڏي ڏنائين.

ميرزا صاحب پنهنجي هيتري ساري نظم يا نثر جي تصنيفات ۾ ڪٿي به ڪنهن مذهب جي عقيدي تي نڪته چيني نه ڪئي آهي، پر عيسائي مذهب جي عقيدي جي برخلاف هڪڙو نظم لکيو اٿس، جو پانڇي تو، ته ان وقت جو ناهيل اٿس، جنهن وقت ڪيس يوروشين ڇوڪريءَ جي طرفان عيسائي ٿيڻ جي آڇ ٿي هئي اهو نظم هيءَ آهي:-

## مثنوي

ٿي به آهن ۽ هڪ به آهه خدا
ان طرح پڻ چون نصارا ٿا
آهه عيسيٰ خدا، بشر پڻ آهه
با خبر آهه، بي خبر پڻ آهه
پي ۽ پٽ اصل کان آهن موجود
ڪنهن بڌي ڳالهه اهڙي ڪا بي سود
اها تثليث آهه مذهب توحيد
عقل انسان جي کان آهه بعيد
ايئن چئون لا الله الا الله
هو چون ٿا مسيح ابن الله
ايئن چئون ان کي لاشريڪ له
۽ چون ٿي شريڪ ان کي هو

أسين ڇئون لڙ بلا ولڙ بولا
هو ڏين ٻئي ۽ پٽ جو ليکي رڏ
واه ڪهڙو عقيدو هي آهي!
مذهب آهي ڪ مسخري آهي؟
يارو منصف ٿيو ۽ فرق ڏسو
اهـــل إسلام ۽ نصارن جـــو
(سوداء خام نظم سنڌي نمبر ١١٧)



مرزا صاحب ٽيٽيهن ورهن جـي عمر تائين ڇڙهو ۽ ڪنوار رهيو هو، ته ۽ پنهنجي چال ٽي ڪو داغ لڳڻ نہ ڏنائين. الهيءَ پاڪبازيءَ ۽ پرهيزگاريءَ جو ثمر اهو مليس، جو سندس قوت مردانگي پڇاڙيءَ تائين قائم هئي. پيريءَ ۾ بہ هو گويا جوان هو ۽ چوهتر ورهن جي ڄمار ۾ بہ اولادي ٿيندو رهيو.

## (٦) شاديءَ ۽ اولاد

(الف) پهرين شادي:- ميرزا قليچ بيگ صاحب سال ١٨٨٨ع ۾ مرحوم سردار محمد يعقوب صاحب جي همشيره سان شادي ڪئي. سندن هي اهليہ جهڙي علم ۽ عقل ۾ اڪابر هئي، تهڙي فهم ۽ فضيلت ۾. مرزا صاحب جو پنهنجي اهليہ سان تمام گهڻو ڪرب هوندو هو. ميرزا نادر بيگ ۽ ميرزا اختر بيگ ٻئي فرزند ميرزا صاحب کي الهيءَ گهر مان ٿيا. پندرهن ورهن ڪانپورءِ ١٩٠٣ع ۾ الهيءَ اهليہ جي وفات ڪري ميرزا صاحب سخت

صدمو پهتو. هي پارسي نظم بروقت تيار ڪري پٿر تي اڪرائي انهيءَ اهليه جي تربت تي هڻايائين جو اڄ تائين لڳو پيو آهي:-

آن مونس و همدمم که تا پا نزده سال
در صحبت او راحت دل مي افزود
درسي وسه سالگي برفت از برمن
از هجرش روز روشنم گشت کبود
خانه بشکست و هم تن و جانم سوخت
گرتا دم مرگ خود کنم گريه چه سود
بادرد ولادت بشهادت برسيد
آمد اجلش بصورت طاعون زود
غره زمه محرم و شنبه روز
بوده که از اين دار فنا نقل نمود
از سال وفات او نمودم چون سوال
هاتف بجواب گفت ذي عصمت بود

١٣٢٢ هه

(سوداءِ خام پارسي نظم نمبر ١٠)

يعني:- ”اها دل گهريو ساٿي، جنهنجي صحبت ۾ پندرهن ورهه دل نهايت خوش گذاريو، سو ٽيٽيهن ورهن جي ڄمار ۾ مون کان هليو ويو، جنهنجي جدائيءَ ۾ چٽو ڏينهن به منهنجي لاءِ اونداهه رات آهه. منهنجو گهر ڀڄي پيو ۽ سندم جسم ۽ جان جلي ويئي آهي. آءٌ پنهنجي مرڻ تائين پيو روڄ راڙو ڪندس، ته به

کي ڪين ورندا. وير جي حالت ۾ هوءَ شهادت
کي پهتي. پليگ جي صورت ۾ اجل اچي مٿس ڪڙڪيو
محرم مهني جي پهرين تاريخ ڇنڇر جي ڏينهن هن فاني
دنيا مان چالاڻو ڪيائين. ان جي وفات جي سال
بابت جڏهن مون سوال ڪيو، تڏهن الهامي فرشتي
مون کي جواب ڏنو، ته ”اڄ پت واري هئي“.

نوٽ- ”ذي عصمت بود“ جملي جاسي اکر ابجد
جي حساب موجب الڳ الڳ جي صورت ۾ آڻي جوڙ
ڪبا، ته انهن جو جوڙ ٿيندو ١٣٢٣ هجري.

الهيءَ اهليه سان ميرزا صاحب جي ڪمال قرب
هجڻ جو ثبوت هي به آهي، ته جو سندس تربت سان
لڳو لڳ ميرزا صاحب پنهنجي قبر تيار ڪرائي هئي ۽
وقت به وقت ڪفني پايو انهيءَ تيار ڪرايل قبر ۾ گهڙي
پل ويهو سمهندو هو. اها تيار ڪرايل قبر هڪڙي
ڪشادي بهري جي مثال هوندي هئي، جنهن ۾
هڪڙي دري رکيل هئي. جڏهن ميرزا صاحب انهيءَ
قبر ۾ گهڙندو هو تڏهن دريءَ کي اندران بند ڪري
ڇڏيندو هو، ۽ جڏهن ٻاهر نڪرندو هو، تڏهن دريءَ
کي ٻاهران ڪرف ڏيئي ڪنجي پنهنجي ساه سان
سانڍيندو هو. ميرزا صاحب وفات کان پوءِ به ٻانڻ کي
انهيءَ تيار ڪرايل قبر ۾ دفن ڪرايو هو.

هي شعر به ميرزا صاحب سنديس الهيءَ اهليه جي
محبت ۾ چيو آهي:-

تيو مرڻ بعد بہ مذهن مهرجان روشن تنهنجو
حسن تنهنجو اهو ساڳيو، اهو جوڀن تنهنجو
ڏس وفا منهنجي مري توسان ملان اي محبوب
قبر تنهنجي تي وطن منهنجو ۽ مسڪن منهنجو
هاء تون منهنجي محبت ۾ مري وئين منتار
دوست دنيا ۾ جو هو، نيٺ ٿيو دشمن تنهنجو
ڏيان سزا پاڻ کي قربان ٿيان اڄ مان توتئون
ساه نذرانو ڏيئي من کريان درسن تنهنجو
پڻ مرڻ بعد بہ همسايو رهي توسان قليچ
بلبل آهي سو، لهي اٿ اچي گلشن تنهنجو

(ديوان قليچ غزل ٢٧٠)

نوٽ - اول ميرزا صاحب مٿئين غزل جي پنجين مصرع جو پويون لفظ ”گلنار“ لکيو هو، پوءِ وري درست ڪري ”منتار“ لکيو اٿس. (مسافر)

**(ب) ٻي شادي:** - انهيءَ اهليہ محترم جي وفات کان پوءِ ميرزا صاحب اوکيهہ ورهہ وري بہ ڇڙهو گذاريو ۽ ٻي شادي ڪرڻ جي مرضي ڪانہ هيس ۽ پر پائرن ۽ عزيزن جي زور رکڻ تي پنهنجي عزازت ۾ ميرزا قزلباش بيگ جي نياڻيءَ سان سال ١٩٢٢ع ۾ شادي ڪيائين انهي شادي ڪرڻ بعد هيءَ خوشي پريو غزل ٺاهيو هئائين:-

آئي شادي تي خوشي وقت دعا جو آهي
مون کي محبوب مليو شڪر خدا جو آهي.
هاء افسوس! آءٌ ڪي سال رهيس خانہ خراب

نہ ھلبو وس جو اھو حڪم قضا جو آھي.
پر ڪيو حال ني منھنجي نہ ڪرم ليڪ ڪريو،
ملبو موٽس مونکي جو اھل وفا جو آھي.
نيڪ جنھنجي ڪئي خدا صورت سيرت پيدا،
پتلو سو حسن ادب شرم حيا جو آھي.
دل گھريو دلبر دلدار منو من موھڻو
جنھنجو بولڻ ۽ ڪلڻ ناز ادا جو آھي.
نيڻ جنھنجا ٿا ڪري جادو مونکي ڪن بيمار
پر چپن تنھنجي ۾ تاثير دوا جو آھي.
هم وطن همدم هم قوم ۽ هم جنس عزيز
ما هرخ ماھوش ۽ ماھہ لقا جو آھي.
چنڊ چوڏھين جو آھي عمر سندس پڻ چوڏھن
پير پنجاہ جو اڄ فڪر فنا جو آھي.
ليڪ صحبت ۾ سندس ٿيان وري پيري ۾ جوان
خضر ڪان مون کي ملبو جام بقا جو آھي.
يا خدا رک تون محبت ۾ اسان کي محڪم،
آسرو تنھنجي سدا مھر عطا جو آھي.
رھون ھڪ ٻئي سان ھميشہ اسين عاشق معشوق.
ھلون رستو جو سدا صلح صفا جو آھي.
ڏک ڏ ڏيڪار الاھي ڪو اسان کي جڳ ۾
ڏپ محبن کي جدائي جي جفا جو آھي.
ڪر ھدايت تہ رھون راھہ سڌين تي قائم،
گھڻو ڇيو ٿي تہ ھي انسان خطا جو آھي.

دين ايمان ڏي ۽ علم عمل ڪر تون نصيب،
آن سوا شوق سدا صحبت شفا جو آهي.
شڪر حق جو ۽ صفت اُن جي سدا ڪر تون قليچ
مستحق اصل ڪان هو حمد ثنا جو آهي.
(ديوان قليچ غزل ٣٨٩)

افسوس جو ميرزا صاحب جنهجي انهيءَ اهليه هڪ سال ڪان پوءِ وفات ڪئي. ميرزا همايون بيگ انهيءَ گهر مان فرزند ٿيو هو. انهيءَ اهليه جي وفات ڪانپوءِ ميرزا صاحب کي گويا سپ وسريل سور نئين سر ياد اچي پيا. اهليه جي وفات جي ڏک ۽ رحلت جي تاريخ بابت ميرزا صاحب به ٽي پارسي نظم ۽ هڪڙو سنڌي قصيدو لکيو هو. اُهي هيٺ آهن:-

## (١) غزل

محب من آن مهروش ماهرو
که بد خانه من منور ازو
مه چارده سال وقت طلوع
ز برج حمل آه رفته فرو
چون مهمان من بود يک سال و بس
دريغا بدل ماند صد آرزو
بگويم چه او صاف آن مونسم
نکو راست گو خوب رو نيک خو
گذر کرد در زچگي شد شهيد
بخون خود او کرد گويا وضو

بہ پیوستہ با رحمت حق یقین
کہ من رحمة الله لا تقنطوا
همایون پسر زو نشانی بماند
کہ دارد ازان گل همہ رنگ و بو
ز درد فراقش دلم گشت چاک
برایش دوم کو بکو سو بسو
بگویم ز سال و فاتش قلیچ
الا شد بهشت برین جاء او

۱۳۲٦ هجري
(سوداء خام پارسي نظم نمبر ۱۱[الف])



يعني:- ”اهو سهڻو محبوب، جنهنجي هٿان ڪري منهنجو گهر روشن هو، سو چوڏهن سالن جڏهن حمل جي برج مان آيڻ شرط رهجي ويو. هو مون وٽ فقط هڪڙو سال مهمان هئي، تنهن ڪري افسوس! سوين دل جون ڳالهيون دل ۾ ئي رهجي ويون. انهيءَ ساٿيءَ جون آءٌ ڪهڙيون وصفون بيان ڪري ڪهڙيون ڪريان؟ ان سدا سهڻي سلڇڻي سچ ڳالهائيندڙ محبوب ويم جي حالت ۾ شهادت پائي: گويا پنهنجي رت سان وضو سارايائين. پڪ اٿم ته خدا تعاليٰ جي مهرباني ساڻس شامل آهي؛ جاڪاڻ جو خدا ئي فرمودو آهي، ته الله تعاليٰ جي مهرباني مان اميد مٽان لاهيو. ان مان همايون بيگ فرزند نشاني طور رهيو آهي، جنهن

۾ سنڌس منهن مهانڊا موجود آهن. انهيءَ اهليه جي وڇوڙي جي درد مهنجي دل گهائي وڌي آهي ؛ ان جي لاءِ آءٌ گهڻين ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڏوڙي رهيو آهيان. اي قلبچ انجي وفات جي سال بابت آءٌ چوان تو ته بيشڪ ان جي جاءِ اعليٰ بهشت آهي.

نوٽ - پوئين سٽ جي مصرع جي اکرن جي انگن جو جوڙ ١٣٢٦ ٿئي ٿو.

(٣) قطعه

دوش بياد مه جانسوز خود
بود دل من ز فراقش دونيم
طالب تاريخ وفا تش بدم
هاتف غيبي بدلم شد مقيم
گفتمش از ماهر خم ده خبر
کو بزمين بود چون حور نعيم
کرد تبسم بکنايه بگفت
بل ملکي بود بفضل کريم
١٣٢٦ هه
باز بپر سيدم مش اکنون کجا است
منزل وما واش بحکم حکيم
ديد بمن بارخ بشاش گفت
در في الله غفور الرحيم

١٩٠٦ + ٢ = ١٩٠٨ع

نوٽ - "بل ملڪي ابود بفضل ڪريم" مصرع جي اکرن جو جوڙ ابجد موجب ١٣٢٦ ٿئي ٿو، جو هجري سنه آهي. ٻئي واري عربي مصرع جي اکرن جي جوڙ ۾ "بشاش" لفظ جو رخ يعني "ب" جنهن جو انگ آهي "٢" سو ملائبو ته ١٩٠٨ ٿيندو، جو عيسوي سنه آهي.

معنيٰ:- ڪالهه رات پنهنجي دل لٽيندڙ محبوب جي يادگيري ۾ ۽ ان جي جدائيءَ جي ڏک سببان منهنجي دل ۽ اک تي پيئي هئي. ان جي وفات جي تاريخ ڳولهڻ جو خواهشمند هوس، ته الهامي فرشتو منهنجي دل ۾ اچي ويٺو. ان فرشتي کي چيم ته "منهنجي ماهرخ، جا زمين تي بهشت جي حور مثل هئي، تنهن بابت خبر ڪر." تنهن تي الهامي فرشتي مرڪي مون کي اشاري طرح چيو "بلڪ اها ته خدا تعالیٰ جي فضل سان فرشتو هئي." وري الهامي فرشتي کان پڇيم ته "هينئر ڀلا خدا تعاليٰ جي حڪم سان ان جي جاءِ ۽ منزل ڪٿي آهي." الهامي فرشتي خوشيءَ پرئل منهن سان مون ڏي نهاري هٿ چيو "واه! واه! هوءَ ته بخشيندڙ پالڻهاري الله تعاليٰ جي پناه ۾ آهي!"

قطعه (٣)

دوش دلم در غم محبوب خود

فڪر سن وسال وفاتش نمود

مادهٔ تاریخ بجستم زغیب
هاتفي آمد پي امداد زود
گفت بدیهه بمن او کل نفس
ذائقة الموت بغیراز ودود

١٩٢٨ — ٢٠ = ١٩٠٨ع

( سوداء خام پارسي نظم ١١ ( ب )

نوٽ - "کل نفس ذائقة الموت" جي اکرن جي انگن جو جوڙ آهي ١٩٢٨، تنهن مان "ودود" لفظ جي اکرن جي انگن جو جوڙ يعني "٢٠" ڪٽ ڪبا ته باقي ١٩٠٨ عيسوي سن ٿيندو.

معنيٰ - ڪالهه رات منهنجي دل پنهنجي محبوب جي جدائيءَ جي ذڪر ۾ ان جي وفات جي سال تاريخ جو ويچار ڪيو. مون روحاني عالم مان وفات جي سال جي انگه وارا لفظ گهريا، ته الهامي فرشتو هڪدم اچي منهنجو مددگار ٿيو ۽ ٺهه پهه چيائين ته خدا تعاليٰ کان سواءِ ٻيءَ سڀڪنهن شيءِ کي موت جو مزو چکڻو آهي."

(٤) رباعي.

من دوش بخواب دیدم آن غیرت حور
برمسند زر نشسته درقبهٔ نور
گفتم اي کز غم فراقت مردم
گو سال وصال" خویش، گفتا مغفور

١٣٢٦ هـ.

نوٽ - "مغفور" لفظ جو عدد آهي ١٣٢٦.

معني:- ڪالهه رات اها حور جي حسن کي مات ڪندڙ محبوب سپني ۾ ڏٺم ته نوراني قبي ۾ سوني تخت تي ويٺي هئي. چيومانس ته "اي محبوب مون کي تنهنجي فراق جي غم ماري ڇڏيو آهي. تون پنهنجي وفات جو سال ته ٻڌائينم. چيائين ته "بخشش حاصل ٿيل اٿم."

(سودائي خام پارسي نظم ١١ (د)

(٥) قصيدو.

ڏس تون اي دل هي عجب دور دنيا جو آهي
ابتدا کان ئي هي گهر رنج عنا جو آهي
ڪڏهن خوشي آهه ڪڏهن غم ڪڏهن سک ۽ ڪڏهن ڏک،
مسئلو ڪولـــه هتي چون وچرا جـو آهي
ڪالهه ٻرٽو هو جتي اڄ آهي مرٽو ان هنڌ
راڳــــ جت ڪالهه هو، اڄ هل ٻڪا جو آهي
ماني شادي جي ٿي پر، هيل الهيءَ ساڳئي ڏينهن
ماني ماتم جي! عجب رنگ خدا جو آهي
جئي پدڃاه جو ماٺهو ۽ مري چوڏهن جو
قصو شايد هي جزا جو ۽ سزا جو آهي.
ڇا خوشيءَ مان مون لکيو شعر هو هن طرز تي ڪالهه
اڄ منجهس غلغلو ماتم جي صدا جو آهي.
مدهنجو محبوب ورهه مس رهيو مون وٽ مهمان
دل ۾ افسوس سندس نشو و نما جو آهي.

هاءِ! سو هڪڙي پلڪ ۾ ڪيو فلڪ مون کان جدا
درد دل ۾ اهو دنيا جي دغا جو آهي.
سڪ نہ لاٿي مون ذرو هاءِ! سندس صحبت مان
ڏاڍو ڏک کانس ٿيڻ جلد جدا جو آهي.
ان جو ماري ٿو مون کي واءِ! وڇوڙو هي هي!
وقت مون لئي هي مصيبت جو بلا جو آهي.
پر سمجهي ٿو نہ مونکي صبر بنان ٻيو ڪو علاج
جي دلاسو آهي تا رب جي رضا جو آهي
عيش عشرت بہ زماني جو آهي خواب خيال
نچاو وچ جو آهي يا جهوٽو هوا جو آهي.
ويندو هر ڪو هتان هيءَ هيءَ! ڪو اڄ ۽ ڪو ٻوءِ
رستو هي پير جوان، شاهہ گدا جـــو آهي.
وينو ساريان ۽ هنجون هاريان سندس ڳڻ ڳائي
تيو مون کي شغل اِهو صبح مسا جـــو آهي.
اُن کي ڳوليان نہ لهان هاءِ! پڇان ڪنهن کان يار
پهتو پيغام فقط بـــاد صبا جـــو آهي.
جان وئي جسم منجهان جسم جڏهن ٿيو بي جان
تڏهن مزو هاڻ جيئڻ ۾ وري ڇا جـــو آهي؟
ڪر ڪو احسان اجل مون کي لئي تنهن سان ملاءِ
هاڻي مون لاءِ اِهو وعدو وفـــا جـــو آهي.
رهيو تنهن سان ملڻ جو ٻيو ڪٿي ڪو اِمڪان
آسرو هاڻ رڳو روز جـــزا جـــو آهـــي.

جڏ وڻڻ واڙو، ڏکـ، اميد ۽ ڪر مات ڪليچ
وقت توبهہ جو هي در خوف رجا جو آهي.

**(ت) ٽين شادي:-** مرزا صاحب عـزيـزن جي
زور ڏکڻ تي جلد وري ٽيـن شادي مرحوم ميرزا
ڪلب علي بيگ جـي نياڻيءَ سان ڪئي، جنهن مان
فرزند ٿيس. سندس اهو اهليہ اڃان حيات آهي، شال
پنهنجن فرزندن کي ڏاڍي پالي وڏو ڪن ۽ انهن جون
مٺيون مرادون ڏسن.

مرزا صاحب کي ٽنهي گهرن مان جملي ٻارهن پٽ
۽ ٽي نياڻيون آهن. سڀني کان ننڍو فرزند ميرزا اطهربيگ
ميرزا صاحب کي چوهتر ورهن جي ڄمار ۾ سندس
وفات کان فقط ٽي هفتا اڳ تولد ٿيو هو.

## ڇڙهي رهڻ ۽ ٻرڌڻ جي پيت

ميرزا صاحب ٻارن ٻچن وارو هو، تہ بہ ٻرڌي سان
گڏ ڇڙهي رهڻ کي بہ پنهنجي ڪلام ۾ ساراهيو اٿس.
جيئن تہ:-

غزل.

ڇڙها هئاسين گذاريوسين ٿي نت آزاد ۽ تنها
نہ پنهنجي يا پرائي جي هئيسين دلبر ڳڻتي ڪا
ٿي خرچيوسين ۽ ڪاڏ وسون ٿي جوڙيوسين ۽ ماڻيوسين
ڏنو ڪنهن ٿي نہ ڏورايو، نہ ڪنهن تي ڪئي پيا ڳاڄا
خوشيءَ جي نوڪري هئي ۽ ٻرهڻ ڳائڻ جي مشغولي

فراغت سان عبادت ڪن، ميسر دين ۽ دنيا
ٺاهيون ڏني رهياسين خوش ٿي، خوراڪي ۽ پوشاڪي
ڪڏهن سيبيڙيون وجهي سرما هنياسين تيل ٿي سرها
ڪٽي سون نيٺ پوءِ شادي، خدا ڪٽي خانه آبادي
هئاسون جڳ، ڪان اڳ بهتر، ٿياسين هاڻ جڳ جهڙا
رهياسين خوش ٿي پوڻي بعد پڻ گهر جي محبت ۾
ورهه ۾ محو هئاسين، جيسين هڪڙو ٻار ٿيو پيدا
لڳيا جئن سال جاوا ٻار پٽي برڪت جهجهي گهر ۾
وڌيا تئن انتظار ۽ فڪر ڏک ۽ خرچ ۽ سودا
فراغت ۾ پٽي حرڪت عبادت ۾ پيو رخنو
نمازن منجهه ٻچن ٻارن جا فڪر ۽ خيال شامل ٿيا
انهي پر جڳ، ڪان بهتر ۽ پوءِ همسر ۽ پوءِ ابتر
حياتيءَ جي ترقي ۽ تنزل جئا اهي درجا
نڪاح آهي پناه شيطان ڪان هن نفس جي بيشڪ
۽ بعد آهي شريعت جو، پڻ مومن انهيءَ ۾ تا
سگهن لئي شڪر ڪن ۽ ڪنڌ ڪن لئي صبر دنيا ۾
ٿيس جنت ۾ داخل حشر ۾ شڪر ۽ صبر وارا
قليچ آزاد ٿيو ان بعد ۾ پڙهيا گر چه چيو حافظ
”ڪه عشق آسان نمود اول ولي افتاد مشڪلها“

( ديوان قليچ غزل ٢٩ )



# نياڻي ڄمڻ جي شرف.

ميرزا صاحب کي هڪڙي ڀيري نياڻي ڄمڻ تي البت فڪر ٿي پيو. تنهن تي هي ڪلام چئي پنهنجي دل کي تسلي ڏنائين:-

ڌيءَ ڄمي ٿي جنهن کي اڄ سو غم کان ٿئي ٿو اشڪبار
پٽ ڄمي جنهنکي خوشيءَ کان سو ٿئي باغ و بهار
ٿئي نه جي اولاد ڪنهنکي ڌيءَ غنيمت انهيءَ لاءِ
پٽ جي نا صالح نه موت انجو ڀلو ٿيو منجهه شمار
پٽ گهڻا ڪن خوش ٿا بي حد ۽ ڌيون بي حد حزين
پر چڱيون صالح ڌيون طالح پٽن کان سمجهه يار

فاطمه جهڙي ڄڃي ڌيءَ جنهنکي مرهوني ڪو نه ٿي
ناهي حرڪت جي رهيو ڪو پٽ نه ان جو يادگار
ان بنان ٿيو ڪير آهي جو ڪ منجهه حسب ۽ نسب
فخر ڪڍهن ٻيءَ تي ڪري، ماءُ تي ڪري ڪڍهن افتخار
ان جي عصمت جو ٻوي جي عڪس آئيني اندر
ڪين لڳي منهن تان ان جي ٻڙ رواني سان غبار
ان جي عفت کان لڄي جي سج نه هو، جو ان جي عڪس
رعشو ٻاڻيءَ ۾ وڌو، ان جو ڪڪر ٿيو پرده دار
پٽ ياڌيءَ وس ٿيو خدا جي ڪرڻ ڳالهين ڪا قليچ
شڪر ڪر هر حال ۾ جيڪي ڏني پروردگار
( ديوان قليچ غزل ٧٧ )



## ر) اولاد لاءِ اڳتي جي ڳڻتي

ميرزا صاحب کي جڏهن هيءَ اچي فڪر ٿيندو هو، تہ منهنجي وصال کان پوءِ هيڏي ساري ڪٽنب جو گذران الائي ڪيئن ٿيندو، تڏهن هي ڪلام سندس دل تان اهو فڪر دفع ڪري ڇڏيندو هو:-

### غزل

ڪر نہ ڳڻتي ماضي مستقبل جي اي دل تي فهيم
حال تي رهہ قابو، رهہ دنيا ۾ سان اميد بيم
جو چئين تي بعد منهنجي ڪيڏي ويندا ڪئن ڪندا
منهنجا ننڍڙا پٽ هي ۽ منهنجيون ڌيون ننڍڙيون يتيم
ماءُ ۽ ٻيءَ تنهنجي، ٻيءَ کي گهر ڪيو، ڪي ياد اٿئي؟
ڇا ڪيو ان لاءِ تن؟ آيو ڪٿان؟ ڪٿ ٿيو مقيم؟
ماءُ ٻيءَ تنهنجا ڇڏي ويا توکي توليءَ ڇا ڇڏيئون؟
جنهن رکيو توکي، انهن کي رکندو سو قادر ڪريم.
تي سگهئي جيڪي سو ڪر تن لاءِ، ڇڏ تن وٽ پلي،
پوءِ توڪل رک خدا تي جو آهي رازق رحيم.
ڏي پل تعليم علم ۽ عقل جي، جا تي سگهئي،
۽ هنر سيکار پڻ صحبت سان ڪر تن کي سليم.
پنهنجي قسمت ۽ لياقت پوءِ انهن کي ايندي ڪم،
قسمت ۽ دولت هدايت هٿ رکي پنهنجي حڪيم.
ما و پدين پيتان سچا ۽ ٿيا سچن پيئئون وڃيا،
نوح جو پٽ ۽ ڪتو ڪهفي مثال آهن عظيم.

تي طبيعت اندر ۽ ٻاهر صحبت اي قليچ
تا وڃن تنهجي اثر ڪان ڪي نعيم ۽ ڪي جهيم.
(ديوان قليچ غزل ١٠٧)



## (س) ٻار ۾ لياقت پيدا ڪرڻ بابت نصيحت

### قصيدو

پنهنجو پٽ ٿي پنهنجي پيءُ جو پٽ نه ٿي
پيءُ ۽ ڏاڏو ڇڏ، تون پنهنجو پاڻ جي
اصل توڙي نسل تي تون ڪر نه فخر
ڪم نه اصل ۽ نسل ايندءِ ڪيڏڪي
گور پٽ ناهين، ڪتو يا تون چراغ

۽ نه ڳجهه، تڏهين ڪر نه مُردن تي خوشي
ڇو ٻڌائين مُٺ هڏن جي تي تون پاڻ؟
ڪي ڳري ويا ۽ ڪي پڻ ويندا ڳري
اصل ڪان شاهين آهين شاهباز
تون اڏام آپ ڏي نه پٽ تي ٿو ڪري

پيءُ ۽ ڏاڏو پنهنجو ڪر پنهنجا عمل
جڻ عمل پڻ تنهنجو سي اولاد ٿي
هلندا پڻ تو سان اهي ڏانهن هن جهان
پيا جڏي هلندين هتي مائٽ مڙئي

نفسي نفسي سڀ قيامت ۾ ڪندا
وسري اٿ ويندي سڀني مائٽي مٽي
**آب** ۽ **جد** ڪر پنهنجو **ابجد** ڪي ادا
وٿ نه ڪا علم ۽ عمل ري ٻي ڳري
جنهن رکيو **نادر** تي پي ڏاڏو ترار
تنهن تون ڪر همت ته هٿ شاهي ملئي
پنهنجو شجرو ڇو ڪرين ناهي ڪ گهو
ڪاغذي وڻ ڦر نه ڏيندو يا ڦري
ٻيءَ فريدون، نانو خسرو ٿيو نه ڇا؟
ڪر پدر پنهنجو گهڙ ذاتي ڪڍي.
پٽ نه پيغمبر جو پٽ ڪم ٿو اچي
نوح جو پٽ ڏس ته آخر ويو ٻڏي.
۽ ڪتو جو ڪهف جي اصحاب جو
ويو شرف ۾ پٽ مٿي ان کان وڌي.
ري عمل حاصل نسب مان ڪين ٿئي
آل پنهنجي کي ڇو ٿي اڻين نبي
تڏهن امت انهي کي آهي کهڙو حق
جو پڏائي پنهنجو پي ڏاڏو وري؟
فخر اسيمي سيد ۽ ڪو ڪسبي قليچ
آدميت ۽ شرافت ڪر سڃي

( ديوان قليچ قصيدو ۳۲۲ )



## ( ۷ ) پينشن وٺڻ بعد

ميرزا قليچ بيگ صاحب ٽيھہ سال نوڪري ڪرڻ بعد سنہ ۱۹۱۰ع ۾ پينشن ورتي. پينشن وٺڻ وقت ھو فرسٽ گريڊ ڊپوٽي ڪليڪٽر ھو، تنھنڪري سالِيا ٽي سو رپيا ماھوار پينشن ملندي ھيس. ميرزا صاحب مرحوم اوڻيھہ ورھہ پينشن ماڻي. انھي اوڻيھہ ورھہ ۾ نظم ۽ نثر جي تصنيفات چڱي تعداد ۾ ڪيئي. جڏھن مختيارڪاري ۽ ڊپٽي ڪليڪٽري جھڙن جوابداري وارن عھدن ھلائيندي بہ ميرزا صاحب جي قلم ڪي تصنيف ڏاران قرار ڪونہ ھو، تہ پينشن وٺڻ بعد فرصت ۽ فراغت ملڻ ڪري ھن ڪيئن گھڻائي ڪئي ھوندي؟

پينشن وٺڻ بعد ميرزا صاحب نہ رڳو پنھنجي تصنيفات ۾ وڏيڪ مشغول رھيو، بلڪ سنڌ جا ڪيترائي مصنف پنھنجا نظم ۽ نثر جا ڪتاب نظر مان ڪڍڻ ۽ درستين ڪرڻ لاءِ موڪليندا ھوس، سي بہ چڱيءَ طرح نظر مان ڪڍندو ھو ۽ انھن بابت ضروري ڦيرڦار گھرڻ روبرو سمجھائيندو ھو يا لکيو موڪليندو ھو. انھن باھران آيلن ڪتابن ڪان بہ ميرزا صاحب جي منز ڪڏھن ورلي خالي نظر ايندي ھئي.

ٽيڪسٽ بڪ ڪميٽيءَ جي ميمبر ھئڻ جي حيثيت ۾ ٻين سڀني ميمبرن لاءِ سچو سونھون ھو. موجوده

سڪولي ڪتابن ۾ ميرزا صاحب جي قلم جهڪو شاندار ڪم ڪيو آهي، تنهنجي اسانکي چڱيءَ طرح خبر آهي.
سال ١٩١٣ ۽ ١٩١٥ع ۾ تعليم کاتي سنڌي لفظن جي درست صورتخطي قائم رکڻ جو جهڪو ڪم ڪيو هو، تنهن ۾ ميرزا صاحب خاص طرح بهرو ورتو هو.

## (الف) شمس العلماءَ جو لقب

ميرزا صاحب درويش صفت انسان هئڻ جي حيثيت ۾ لقب القابن جي برخلاف هو، جئن نه هڪڙي هنڌ پنهنجي ڪلام ۾ چوي ٿو:-

### قصيدو

ري لقب خوش آءٌ، لڳي مونکي لقب ڪان ٿو لقب
مونکان اڪثر ٿا پڇن دوست نه چاهن جو سبب؟
چوان آءٌ، اڄ ٿا لقب سڀ کي خوشامد تي ملن
مليو جنهنکي تيو بدنام، ويس نام نسب
نيڪنامي تي، نه بدنامي، تڏهن بي لقبي
ري لقب انڪري آءٌ خوش ٿو رهان ناهي عجب
اُن ..وا شاهي لقب ڪوڙا، لڳارڻ جهڙا
سکڻو ناو ٿيو، جنهن ۾ اڪو معني مطلب
جا ڪيو سکڻو لقب، جي نه ڪو انعام مليو
ملي خلعت، ٻني يا زر، هجي مر هڪڙو ـب
"خان صاحب" ۽ "بهادر" ۾ نه خاني نه همت
"هند جو آهه ستارو"، ڀ. فقط لالچ لب

جنهنکي سرڪار سنڌي شوق مان ”شمس العلما“
سو جهڙو تنهنجو نه ڪو، تنهنجو نه ڪو علم و ادب
اڻ پڙهيل ”آنريبل“ ٿيو ۽ ٿيو ”نائيٽ“ ۽ نائيٽ
ٿيو ”سردار“ طمعدار ۽ ”سر“ نام طلب
آهي ”سي - آءِ - اي“ سپاهي ۽ ۽ ”او - بي - اي“ عيب
حرف خالي ٿيا ملي جاءِ جو پاڙهي مڪتب
نانءُ شيديءَ جو به ڪافور رکن ٿا برعڪس
سنڌي ”سبزو“ ڪتو ۽ پنگي به ”مهتر“ اغلب
ٿيو لقب شاهه جو سيني کان وڏو دنيا ۾
خلق تنهنکي ڏنو سو، بوءِ عجم هوئي يا عرب
خان سو پڻ، سو بهادر، سو ستارو، سو سڀ
خلق جنهنکي سڏي ائين، جنهن تي ٿئي راضي رب
بادشاهه آهي بلاشڪ هئي حق جو پاڇو
۽ خدا جو سو خليفو هجي مشرق مغرب
رهه وفادار انهيءَ سان ۽ نه ڪر فتنو فساد
خلق سان رهه سڀون گهر ٿي جو پلو روز شب
خلق جي سڏ ري زبان آهي نغارو حق جو
جڳ چون ٿئي ٿئي هوئي خواه خوشي خواه تعب
ڏئي عزت تو خدا، پڻ ڏئي ذلت به خدا
سمجهه هو فضل سندس، سمجهه تون هي انجو غضب
شڪر هر حال ۾ ڪر لوڪي لقب هوءِ نه هوءِ
آبروءِ سان جي مرڻ ۽ جيئڻ، چڱو اي مشرب

گهر جي دنيا ۾ ۽ عقبيٰ ۾ ٻه عزت ٿي قليچ
"ربنا آتنا" پڙهه، منهنجو اهو ٿيو مذهب
(ديوان قليچ قصيدو ۴۲)



گورنمينٽ ميرزا صاحب کي پينشن کان پوءِ نوابشاه ضلع ۾ پنج سو ايڪڙ ٻني، ٻنهي مالڪاڻي اگهيئي عطا ڪئي هئي، جنهن تي هينئر سندس عيال اطفال جو خاص طرح گذر آهي. سنه ۱۹۲۴ع ۾ گورنمينٽ ميرزا صاحب کي "شمس العلماءُ" جو لقب ڏنو: نه رڳو لقب، پر خلعت يعني سروپاءِ به عنايت ڪيس.

شمس العلماءُ جي لقب ملڻ کان پوءِ ميرزا صاحب هيٺيون شعر ڪاهيو هو:-

مليو اڄ مونکي لقب هند جو "شمس العلما"
قيصر هند جو تمغو يا ڀلو اڳ ٿيو عطا
شڪر اول ڪريان حق جو، آهي عزت جنهن هٿ
ڪريان سرڪار جي پوءِ شڪرگذاري آءٌ ادا
دوستن جو مڃان احسان، جي ٿيا خوش انڪان
ڏني جن مونکي مبارڪ، جهي خط مون ڏي لکيا
پورو هيئن به افيسر وڏا ڪي ٿيا تن مان
ڪي مسلمان ۽ هندو ڪي ٻين قومن جا
پر چوان سچ ته نه آءٌ اهڙي لقب جو لائق
عزت آهي ڇگي، پر آهه لقب بي معنيٰ

دين جي علم جا علاما ۽ علما آهن
تو وڪان علم آيو جو ڪم تو اچي منجهه دنيا
خادم العلما لقب منهنجو ٿهي، جي سو ڏين
فخر سمجهان اهو ۽ آهي حقيقت به اها
سڌ ۾ شعر ڇپيو مون ۽ لکيا مون به ڪتاب
ڇپيو مصنف جي وڏو مونکي هئي، آهه روا
ماڻهو جاڻن جي اهو ڪم ۽ راضي به رهن
قدرداني ٿي اها خلق جي ۽ فضل خدا
وڌ نه گهرجي مونکي ۽ فخر وڏو آهي اهو
آيو جيان جيسين رهان خوش ۽ ڪريان شڪر خدا
تو دعا خير جي سيني کي ڪري دل سان قليچ
شال عزت رهي دنيا ۾ ۽ پڻ منجهه عقبيٰ
( ديوان قليچ غزل ٩ )

## وفات

ميرزا صاحب تاريخ پهرين اپريل ١٩٢٩ع هالن جي مخدوم صاحب جي سڏائڻ تي اوڏهين ويو هو اتان موٽي اچڻ شرط گردي جو سور ۽ نمونيا ٿيس. انهيءَ نمونيا جي تڪليف واري بيماريءَ ۾ به نماز تهجد سميت ادا ڪندو رهيو. بيهي نه سگهڻ جي حالت ۾ ويهي نماز پڙهندو هو.

ڊاڪٽر شيخ نور محمد حيدرآباد واري جو علاج ڪيائين ۽ خدا تعاليٰ جي مهرباني سان شفاياب ٿيو.

جڏهن جڏهن ميرزا صاحب کي ڪا بيماري جي تڪليف ٿيندي هئي، تڏهن ڊاڪٽر شيخ نورمحمد جو علاج ڪندو هو. ميرزا صاحب پنهنجي وفات کان هڪ مهينو اڳ هڪڙي پارسي قطعه ۾ ڊاڪٽر شيخ نورمحمد جو ذڪر هنطرح ڪيو آهي:-

قطعه

نورمحمدي چو شده باعث جهان
وابسته حشر هم بظهور محمد است
فردا شفاعت است بلطف محمدي
حالا شفا بحواله به نور محمد است

(سوداءِ خام حصه دوم دستخط)



معنيٰ:- "جڏهن حضرت محمد ڪريم (عليه الصلواة والسلام) جن جو نور دنيا جي پيدا ٿيڻ جو سبب آهي، تڏهن قيامت جو مدار به حضرت جن صلعم جي موجودگيءَ تي آهي. قيامت جي ڏينهن حضرت محمد ڪريم (صلي الله تعاليٰ عليه وسلم) جن جي نوازش سان ڇوٽڪارو ٿيڻو آهي ۽ هت اسان جي تندرستي ڊاڪٽر شيخ نورمحمد جي حوالي آهي."

ميرزا صاحب کي گردي جو سور ١٩٢٨ع ۾ شروع ٿيو هو، جنهن نه پنهنجي روزنامچه (ڊائريءَ) ۾ لکي ٿو ته تاريخ ١٩- آگسٽ ١٩٢٨ع ۾ جڏهن آءٌ بمبئي

وبو هوس، لڏهن اهو مولڪي گرديءَ جو سور پيو هو، جنهن تمام گهڻي تڪليف ڏني هئي.

۔ ميرزا صاحب کي دل جو ضعف ۽ پيدائش و اڻ کان پوءِ شروع ٿيو هو. ڊاڪٽر هميشه صلاح ڏيندا هئا ته گهڻي وهڪ ۽ لکڻ پڙهڻ جو ڪم نه ڪريو پر ميرزا صاحب کي مات ڪري ويهي وقت گذارڻ تمام ڏکيو لڳندو هو، تنهنڪري دل جي ضعف جي پروا ڪانه ڪندو هو ۽ پڇاڙيءَ تائين لکڻ پڙهڻ جي ڪم کي لڳو رهيو.

تاريخ ۱ جولاءِ ۱۹۲۹ع شام جو ببي زيب النساء (مخفي) جي حياتي ۽ انجي ڪلام بابت ڪتاب اڌ کان زيادہ لکي ڇيهه ڪيائين ۽ وري قلم هٿ ۾ نه ڪنيائين.

تاريخ ۲ جولاءِ ۱۹۲۹ع صبح جو فجر نماز پڙهڻ ۽ قرآن شريف جي دور ڪرڻ کان پوءِ گهر جي اڱڻ ۾ پسار پئي ڪيائين ۽ پنهنجو سينيون شعر وري وري پي پڙهيائين:-

ڪافي (سر تلنگ)

سپ سمر پنهنجو سنڀار

اٿ مسافر ڪر تياري

۱- ڏک ۽ سک هن دار فاني جو چيو تن ڏينهن چار

ساڪن سمجهي سڀي دنيا آهي ناپائدار

تي وڃي نورن ۾ ساري

٢- جيءَ جسو قسمت وڏو هئس بعد پرين اعتبار
ڏينهن ڏينا پر ڏيهه ۾ واحد وطن لئي واڳ وار
تي الله ۾ انتظاري

٣- جي گهرين آرام جڳه ۾ وهم دل جا سڀ وسار
دوست دشمن جا ڇڏ هڪ حرص و هوا کان منڪي مار
تار ڪئي صاحب ستاري

٤- پيچ هرڪنهن سان نه پاءِ دانهه توڻ دل اهڙي نه ڏار
دام جت ويندءِ وڪوڙي ڦٿڪندين ات بيقرار
ڪانه ٿيندءِ رستگاري

٥- هو گذر جڏهن گام ۾ تن ۾ طلب هئي سڀ ٿي تار
هاڻ پڙتو سڀ خدا کي لطف جنهنجا بي شمار
اسين هلياسين هيڪواري

٦- قرب وارن سان قليچا ڪا گهڙي ويهي گذار
اڄ سڀان هلندين هتان رئنديون اکيون جت زار زار
ڪٿ ڪندي دلڙي ويچاري

نوٽ- هي ڪافي ميرزا صاحب تڏهن ٺاهي هئي
جڏهن نصيرآباد ۾ مختيار ڪار هو ۽ اتان بدلي ٿي هيس.
٣ جولاءِ جي اها ساڳي ڪافي ٻر زبان وري ٻڌي
بي پڙهيائين.

ميرزا صاحب پنهنجو ڪفن آڳاٽو تيار ڪرائي ڇڏيو
هو، جو پيتيءَ ۾ پيو هوندو هو، پر تاريخ ٢ جولاءِ جي
اهو ڪفن پيتيءَ مان ڪڍي پنهنجي رهڻ واري
ڪمري جي ڪٻٽ ۾ آڻي رکيائين.

٢ تاريخ سڄو ڏينهن دل جي بيماري ۽ مونجهه جي شڪايت پئي ڪيائين. رات جو سومهڻي نماز پڙهڻ بعد بستري تي ستو ۽ زبان سان ذڪر پئي ڪيائين. سندس اهليه ڪي پڇا ڳاڇا جو ڪو به جواب نه ڏنائين، تنهن ڪري ان پنهنجن عزيزن کي سڏ ڪيو. ميرزا صاحب جا پٽ، پوٽيا، ڏوهٽيون ۽ ناٺي سڀ اچي وٽس گڏ ٿيا. پوڻا ٣ جولاءِ ١٩٢٩ع رات جو ١١ بجي پنهنجي اچي چادر پيرن ۾ تاڻي سنئون سڌو ٿي سمهي رهيو ۽ سندس روح جو پرندو پکي پرواز ڪري وڃي پنهنجي ڏيهه پهتو. انا لله و انا اليه راجعون.

ميرزا صاحب پينشن وٺڻ کان پوءِ اوڻيهه سال حيات هو، پر سال بسال پنهنجي وفات جي تاريخ فارسيءَ ۾ ٺاهيو ڇڏيندو هو. ڪنهن سال ۾ ٻه ٻه، ٽي ٽي نظم پنهنجي وفات جي تاريخ بابت لکندو هو. اهي ڪل چوويهه ڪن نظم آهن، جي سڀ ميرزا صاحب هڪڙي چوپڙيءَ ۾ لکيا آهن، جنهنجو نالو رکيو اٿس "ذڪر الموت" يعني موت جي يادگيري. اها چوپڙي اڃا اڻ ڇاپيل آهي.

انهن نظمن مان پهريون نظم جو ١٩٢٩ع ۾ ٺاهيو هئائين، سو هي آهي:-

بربست قليچ رخت هستي
بگذاشته اين جهان فاني

عمرش هفتاد و شش شده چون
رفته بسفر شد آنجهاني
او بهر فروغ خلق مي زيست
ميکرد اين سعي از جواني
از هاتف خواست دردم نزع
تاريخ براني خود نشاني
او داد جواب با بشارت
گفتاکه چراغ زندگاني ١٣٤٦ هجري

معنيٰ:- قليچ هن فاني دنيا کي ڇڏي کري آخرت ڏي هلڻ جي تياري ڪئي. جڏهن ان جي عمر ٧٦ ورهه ٿي تڏهن آخرت ڏي روانو ٿيو ۽ هن جهان جو رهاڪو ٿيو. هو فقط خلق جي خدمت لاءِ ئي جيئرو رهيو ۽ جوانيءَ کان وٺي اها ڪوشش هيس. وفات وقت الهامي فرشتي کان پنهنجي وفات جي تاريخ جو نشان پڇو پڇيائين. اُن مبارڪون ڏيئي جواب ڏنو ته "تون ته جيئرن جي واسطي روشن ڏيو آهين".

چراغ زندگاني جي اکرن جي عددن جو جوڙ آهي ١٣٤٦ھ. ٽيهنڪري ٻوئين مصرع جي بي معنيٰ هيءَ ٿيندي ته "تنهنجي وفات جو سال آهي ١٣٤٦ھ."

ميرزا صاحب پنهنجي وفات کان گهڻو وقت اڳ پنهنجي ملڪيت بابت وصيت نامو تيار ڪري ڇڏيو هو ۽ نعدڙن ٻارن جي ملڪيت سنڀالڻ لاءِ ٽرسٽي به مقرر ڪري ڇڏيا هئائين ۽ ٽرسٽ بورڊ جو صدر پنهن

جي وڏي پائتي ميرزا معصوم بيگ صاحب کي ٺهرايو هئائين. سندس وفات کان پوءِ ٿيڇهي گذرڻ بعد انهيءَ وصيت نامي موجب اڳين بن گهرن مان ٽيل پٽن ۽ نياڻين کي سندن حصا ورهائي ڏنائون باقي پوئين گهر مان ٽيل اولاد جي ملڪيت گڏيل رکيائون.

## (٨) ميرزا صاحب جو مذهب

ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي مذهب بابت هڪڙي هنڌ هئن ٿو چوي:-

گهڻا پڇن ٿا مونکان ماڻهو تنهنجو ڇا مذهب ؟
تون سني آهين ڪ شيعو يا صوفي لا مذهب؟
تون مؤمن آهين مسلمان آهين يا ڪافر؟
لکين ڪتاب تو ڪئين مذهبن جا تون يڪسر!
لکين سبق مٿي اسلام ۽ قرآن حديث ،
۽ مختلف بيا مضمون پاڪ توڙي خبيث.
انجيل پڻ لکيئي توريت ۽ تيا سافي ٻيي ،
فلسفہ هند کو مذهب ٻهائي ۽ زهري/.
لکيئي ڪتاب سڀين لاءِ ڪي شيعن جي لاءِ ،
تيو ڪفر دين گڏيل مذهب اي مرڪب هاءِ!
هلين تو سڀ سان تون هڪجهڙو رکين سڀ سان
طرف وٺين نہ ناقرمان نہ تين طرف ڪنهن کان.
بڌاءِ سچ رهين اندر باهر تو هڪ جهڙو؟
يا آهين هڪڙو اندر ۽ ٻهر آهين ٻيو؟

ڏيان جواب انهيکي آءُ هيءُ مدبهان آرام :-
”اي دوستدارو! عليکم سلام والاکرام.
آءُ ٻڌايان آهيان سڀني جهڙو هڪ بني آدم
سڀئي ماڻهو ٿيا پائر انهيءَ کري ٻاهم.
اِڪائي ، دهري ۽ عيسائي ۽ يهودي پڻ
۽ فرقا ٻيا گهڻا اسلامي ۽ هنودي پڻ
جي سڀ آهي سڀ. هڪ ماءُ پيءُ جو ٿيا اولاد
تہ پائڻي تي مٿن فرض حق ۽ ارشاد.
انهيءَ کان پوءِ رکان سڀني سان صحبت ۽ محبت
ڏٺيءَ جا بانها نبين سڀدي ٿيا اُمت.
انهيءَ کان پوءِ امت آهيان محمد جي
ٿياسين دين جا پائر شيعا سني سيڻي.
انهيءَ کري ٿيو سارو جهان هڪڙو ڪٽنب
ڪنهين سان وير رکڻ سمجهان آءُ عظيم ڏوڏنب.
محبت آءُ تو رکان سڀ سان درجي وار مگر
ڪي ويڇها ڪي ٻري ٿئي جنن تي مائٽيءَ جي ٻر.
رهان سڀن سان سڌئون ۽ رکان سڀن سان رس
رنجايان ڪنهن جي نہ دل جيترو پڄم تو وس.“
وري پڇيو ٻئي ، ”جا تدهجو مذهب و مشرب“؟
چوان تو آءُ ”آهي مدهجو صلح ڪل مطلب“.
انهيءَ کري آءُ مسلمان آهيان ڪافر پڻ
نفاق ۽ نہ تعصب رکان مذ بذب ٿي.

نبيءَ کان پوءِ علي مرتضيٰ ۽ ان جو آل
مڃان ٿو، پر نه تيو حڪومت پر دنيوي ڀيو احوال
مڃيان رسول جا اصحاب سڀ ٿو درجي وار
ڏيان آءٌ تعظيم تن کي، نٿو ڏيان ڪا گار
مڃيان آءٌ بعد صحابن جي اوليا سڀئي
هتا جي شيخ طريقت جا ۽ سچا صوفي
عقيدو منهنجو ايئن منهنجي حق کي آهي معلوم
اميد عفو جي آءٌ رکان جو حي قيوم
الاهي رک مولکي ان اعتقاد تي قائم
قلعيچ جو لمو توکي سوال اي هردم



ميرزا صاحب مرحوم هڪ قصيدي ۾ پنهنجي ساري حياتيءَ جو نقشو چٽيو آهي: گويا ڪوزي ۾ درياءَ سمائي ڇڏيو اٿس. ان قصيدي جي پڇاڙيءَ وارن بيتن ۾ به پنهنجي مذهب بابت چٽائي ڪئي اٿس. اهو دلچسپ قصيدو سارو هيٺ ڏجي ٿو:-

قصيدو

بار پوءِ ڇوڪر ٿيس، پوءِ جوان پوءِ پوڙهو ٿيس،
پٽ ٿيس ۽ پاءُ ٿيس، چاچو ٿيس مامو ٿيس.
پڙ ٿيس، ماسات ۽ پاڻيڃو پر پاڻيو نه سوٽ
سالو، پيڻيو ٿيس، ناني ٿيس سهرو ٿيس.
آءٌ ٿيس مسڪين پوءِ پوءِ دولتمند پڻ،
ٿيس پيادو، سوار پڻ، پڻ لاڏلو جورو ٿيس.

نوڪريءَ ۾ ماستر، مختيارڪار ۽ ڊپٽي
پوءِ ٿيس آءٌ پينشنر محنت کان آجو ٿيس
زير بالادست ۽ حاڪم ٿيس، محڪوم پڻ
ٿيس مرزا ۽ مزور، آقا ٿيس بندو ٿيس.
پڻ ٿيس شاعر، مصنف، غزل گو ۽ خوش نويس
تيز رو تحرير ۾ تقرير ۾ گونگو ٿيس.
مختلف وقت ۽ زماني جا ڏٺا مون رنگ رنگ
پڻ بهاري ۽ خزاني ۾ ڏسي ڏاڍو ٿيس.
تجربا ڏک سک جا حاصل ڪيا مون هر ڪنهن حال.
وقت هڪ خوش دل ٿيس ٻي وقت آزردو ٿيس.
ڪافر ۽ مؤمن ٿيس، شيعو ٿيس سني ٿيس
۽ هنر پڻ ڪي سکي نقاش ۽ واڍو ٿيس.
گرچه دنيا بي وفا تي آهيان خوش قسمت قليچ
شڪر لله جو ٿيڻ چاهيم ٿي، آخر سو ٿيس.

ميرزا صاحب مرحوم مذهب بابت پنهنجا عقيدا ۽ رايا مٿين نظمن ۾ تمام اچيءَ دل سان بيان ڪيا آهن. جن جي شرح يا وڌيڪ سمجهاڻي جي گهڻي ضرورت ڪانهي.

ميرزا صاحب مرحوم جائي جم کان پنهنجي والد شريف جي پيرويءَ ۾ اثنا عشري مذهب جو هو ۽ انهيءَ مذهب جي خاص عقيدن تي توڙ تائين قائم رهندو آيو. مگر عام طرح جئن اثنا عشري شيعا اصحاب

سڳورن کي تبرا ڪرڻ (گهٽ وڌ ڳالهائڻ) پاڻ تي فرض سمجهندا آهن، تن هو بلڪل نه ڪندو هو.

ميرزا صاحب جي وفات کان فقط هڪ ڏينهن اڳ يعني تاريخ ٢ جولاءِ ١٩٢٩ع تي سنڌس ڪن عزيزن، جي پڪا اثنا عشري شيعا آهن، شيعه مذهب جو ڪو وڏو عالم سڳورو گهرايو هو. انهيءَ عالم جي وعظ واري مجلس ۾ ميرزا صاحب کي وٺي ويا هئا. انهيءَ مجلس ۾ اصحابن سڳورن تي تبرا ٿيندي ڏسي هڪدم مجلس مان اٿي اکين مان لڙڪ هاريندو گهر آيو ۽ ڪيستائين پي رنائين. ان وقت ڪيترو ئي پڇيائونس پر پنهنجي روئڻ جو سبب نه ٻڌايائين. گهڻي دير کان پوءِ چيائين ته "اڄ اصحابن سڳورن جي باب ۾ تبرا ٻڌي. تي جا منهنجي ڪنن ٻڌي ورتي ۽ دل کي صدمو پهتو."

"عقود الآلي" نالي هڪڙو ڪتاب ميرزا صاحب عربيءَ تان ترجمو ڪيو آهي، جو اڃا دستخط آهي. ان ۾ اهل بيت جي قولن ۽ نصيحتن سان گڏ اصحابن سڳورن جا قول ۽ نصيحتون به نهايت ادب ۽ حب سان لکيون اٿس.

مذهب بابت ميرزا صاحب جي صلح ڪل روش ۽ صاف باطنيءَ جي مدنظر تي توڙي سنڌس ڪن ڪلامن ۽ دستور العمل جي آڌار تي اسين تسلي سان چئي سگهون ٿا ته ميرزا صاحب جو سچو پڪو ۽ آخرين مذهب "تصوف يا عشق الاهي" هو.

## تصوف يا عشق الاهي

اچي دنيا ۾ عشق ٿيو نروار،
ظاهري باطني سندس اطوار.
وحدت آهي وڏائين ڪثرت ۾،
جسم ۾ جان ڪيو اچي اظهار.
(ديوان قليچ غزل ١٠٠ مان)

عشق ري جي روح کو ويندو هتان
ٿيندو بي شڪ حق اڳيان سو شرمسار
(ديوان قليچ غزل ١٠١ مان)

پنهنجي اندر ۾ عشق الاهي جي موجودگيءَ سان انسان کي ڪنهن به مذهب يا فرقي جي رسمن رواجن جي پابندي ڪندي کو به عيب لڳو نه آهي؛ ڇاڪاڻ ته عشق الاهي آهي روح ۽ رب جو تعلق پروڙڻ ۽ الهي تعلق کي مضبوط رکڻ لاءِ بيقرار رهڻ، جنهن جي کو به مذهب يا فرقو منع نٿو ڪري. عشق الاهي ئي انساني زندگيءَ لاءِ منزل مقصود آهي.

عشق الاهي اهو اندر جو سوجهرو آهي، جنهنجي موجودگيءَ ۾ ٻيائي ۽ ٻه اڪيائيءَ جو ڀوت صفا ڀڄيو وڃي ۽ انسان کي هرهڪ انسان ۾، ڀلي وءِ ڇاهي هو ڪهڙي به طريقي يا لباس ۾ هجي، اهو ساڳيو رب جو متلاشي (ڳولائو) روح سمايل نظر اچي ٿو، جو هو ناظر پسي ٿو. ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي هڪڙي ڪلام ۾ فرمائي ٿو:-

جڳ اندر نور تنهنجي ڪيو اظهار
تو ٻيان ٻيو اچي نه منجهه ديدار
روشني سج جي هڪ، هزارين گهر
تو ڪري اختلاف در ديوار
تيئن عدد اصل هڪ ڳڻپ ۾ فقط
پر ٿئي سو شمار ۾ تو هزار
بحر هڪ آهه مختلف موجون
سمجهي سوئي، لنگهي جو لهرين پار
هڪ شراب آهه جو ڪري تو مست
نشو هڪ، مختلف ٿيا آثار
هڪڙو دنيا ۾ تو رهي لانگو
ٻئي جو سيمگار جبو ۽ دستار
هڪڙو مسجد ۾ تو پڙهي تسبيح
ٻيو مڙهيءَ ۾ وجهي پڪي زنار
مختلف صورتون جڏهن ڏسجن
تڏهن نظر ۾ اچن سڀئي اغيار
پر حقيقت جي جي ڪندين تون نظر
نه ٿيو ٻيو نه غير ڪو، ري يار
جاءِ گفتار جي نه آهه قليچ
آهي حڪمت جو هي عجب اسرار
(ديوان قليچ غزل ٩٨)

ٻئي هنڌ ميرزا صاحب پنهنجي ڪلام ۾ هن طرح
فرمائي ٿو:-

عشق جو مظهر آهي جڳ هي عيان
سڀڪو آهي ڪمال ۾ يڪسان
جهڙي مذهب چون ٿا پاهنجو
حق ٿا ڄولين سڀ پرستش سان
فرق سالڪ نه مذهبن ۾ ڏسن
ڪفر اسلام وٽ نه هڪ ٻئي ڪان
آهي ايمان ۾ لڪل نت ڪفر
آهي ايمان ڪفر ۾ پنهان
ڪافر آهي نه ڪاري ڪفر ڪي جو
مشرڪ آهي، رکي جو نج ايمان
چڙهيو چوٽيءَ تي سچ جي صحرا ۾
پاڇو گم ٿيو، رهيو نه ان جو نشان
مڙئي بود ۽ نابود آهي هتي
بود حق آهي ۽ نمود جهان
هڪڙو وحدت ٿيو ۽ ٻيو ڪثرت
شوق هڪ مان ۽ ذوق اچي ٻئي مان
آخر اول ۾، اول آخر ۾
ٿيو عيان ۾ لهان، نهان ۾ عيان
عقل فڪر ۽ قياس ڇڏي تو قليچ
نه سڃاڻي خدا، خدا ڏاران

(ديوان قليچ غزل ١٩٦)



جن فقيرن جي صحبت مان ميرزا صاحب مرحوم
کي اندر جو سوجهرو حاصل ٿيو ۽ ٻيائي ۽ ٻه اکيائي
دور ٿي، تن بابت پاڻ مرحوم هئن ٿو چوي :-

صوفي جي، خير شر گڏايو تن
جن ته شير ۽ شڪر گڏايو تن
جيڪي عاشق ٿيا سچا سالڪ
سير ۾ بحر بر گڏايو تن
رات ۽ ڏينهن جو ڪي پائون فرق
آڻي شمس ۽ قمر گڏايو تن
ڪيائون همرنگ عاشق ۽ معشوق
جن ته سڀ سيم زر گڏايو تن
سڀ پڙهيئون علم ظاهر ۽ باطن
لکندي زير ۽ زبر گڏايو تن
خار جي رافضي ٿيا حيران
جو علي ۽ عمر گڏايو تن
ڳالهيون تن جون ٻڌيئن تو ڪهڙيون قليچ
پڻي ناري ۽ نر گڏايو تن

(ديوان قليچ غزل ١٨٢)

## (الف) عشق حقيقي

قرآن شريف ۾ چٽي ڇپي ٿي انسان جو ڏيان رب
تعاليٰ جي جوڙ يعني فطرت ۽ سرشٽيءَ ڏي ڇڪايل
آهي ۽ تاڪيد سان سمجهايل آهي ته رب تعاليٰ اها ؛

جوڙ انسان جي سک ۽ فائدي لاءِ بنائي آهي. ڪٿي انسان جي جسماني جوڙ ڏي ڌيان ڇڪايل آهي، ته ڪٿي آسمان، سج، چنڊ ۽ تارن جي جهڪمڪ ڏي؛ ڪٿي مختلف هوائن ۽ برسالي سنائن ڏي، ته ڪٿي وڻن ٻوٽن ۽ گلن ڦلن ڏي؛ ڪٿي جبلن جي جهسار ڏي، ته ڪٿي سمنڊن جي لهرين ڏي؛ ڪٿي پکين جي ٻي اٽڪ اڏامڻ ڏي، ته ڪٿي چوپاين جانورن جي بناوت ۽ ڪارآمديءَ ڏي.

انهيءَ جوڙ ۽ نظارن ڏي ڌيان ڇڪائڻ جو مقصد هي آهي، ته انسان انهيءَ جوڙ تي ويچار ڪرڻ سان رب تعاليٰ جي پاڪ هستي کي مڃي ان جو پيار ۽ احسان محسوس ڪري ۽ پنهنجي دل اُن مالڪ سان اهڙي ملائي جو ٻي ڪابه فاني شيءِ انکي روڪي نه سگهي.

انسان پنهنجي آسپاس جيڪي قدرتي نظارا ۽ جنسار ڏسي ٿو، سي ڇا آهن؟ تصوف چوي ٿو، ته اهو سڀ محبوب حقيقي جي لاثاني حسن جو تجلو پکڙيل آهي. انهيءَ حسن تي مست ۽ محو رهڻ ۽ انهيءَ سونهن جي وسيلي سهڻي سائينءَ کي هٿ ڪرڻ لاءِ بي قرار رهڻ سو آهي **عشق الاهي** يا عشق حقيقي.

ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي ڪلام ۾ فرمائي ٿو:

هر جڳهه جاني آهي جلوه نمائي ڪندڙي
هر طرف دوست آهي ديده ڪشائي ڪندڙي

دري ذري ۾ رهي تنهنجو ظهور و ظاهر
آهي منجهه ارض سما صاف صفائي تنهنجي
هر گهڙيءَ جڳ تي يقين تنهنجو اهو تيو احسان
هر ڪنهين تي آ رهي لت پلائي تنهنجي
حسن تنهنجو آهي عالم ۾ نمايان جت ڪت
پئي نظر او رجان نروار خدائي تنهنجي
خلق جي خير ۾ مشغول سدا رهه تون قليچ
من ڪڏهن ڪا ٿئي مقبول ڪمائي تنهنجي
(ديوان قليچ غزل ٣٧٩)

## (ب) عشق مجازي

محبوب حقيقي جي لاثاني حسن جو جيڪو تجلو فطرت ۾ پکڙيل آهي، انساني حسن به ان جو هڪڙو جزو آهي. تصوف انساني حسن جي پرستش انهيءَ لاءِ جائز رکي آهي، ته نقش ڏسي نقاش جو عشق دل ۾ جاءِ گزين ڪجي؛ پر انهن جائز نه آهي، ته نفساني خواهش جي پورائيءَ لاءِ هڏي؛ چم تي موهجي وڃي گهر جي. بلبل شيراز شيخ سعدي (عليه الرحمة) فرمائي ٿو:-

چنان فتنه بر حسن صورت نگار
که با حسن صورت ندارند کار
ندادند صاحبدلان دل بپوست
وگر ابلهي داد بي مغز و گوست
(بوستان باب سوم)

معنيٰ :- ”الهہ لوڪ، لقاش (خلقيعد ۽ خدا) جي حسن تي اهڙا چڪن ٿيو وڃن، جو انساني حسن سان واسطو ئي لڳا وڪن. هو ڇمڙيءَ جا عاشق ٿي نہ رهندا آهن، جيڪڏهن ڪو مورڪہ ڇمڙيءَ تي دل ڦرايو ويهو رهي ٿو، تہ اهو بي سمجهہ ۽ ٻور آهي.“

ميرزا صاحب مرحوم فرمائي ٿو:-

ٻ پ يا د لاسو ڏي نہ مولڪي هن جهان جو
واعظ! آءٌ واقف آهيان حديث ۽ قران جو
اڪثر ٿئي ٿو عشق شروع هت مجاز مان
پوءِ ٿئي وڃي حقيقي جزو جسم جان جو
(ديوان قليچ غزل ٢٣٧ مان)

( ٢ )

عشق مولڪي ڏني چڱي تعليم
حسن کي آءٌ ڏيان وڏي تعظيم
(ديوان قليچ غزل ١٧١ مان)

( ٣ )

تيو عشق جو ساز بي نوائي
تيو وصل الهيءَ جو لت جدائي
پاڻيءَ ۽ مٽيءَ جو جڏ قصو تون
ايءَ آهہ کهاڻي سڀ هوائي
(ديوان قليچ غزل ٣٦١ مان)

تصوف: ۾ عشق مجازي کي عشق حقيقي جو خزانو ليکيندا آهن جئن تہ المجاز قنطرة الحقيقت. ۾ اها

چاڙهي اکري پار پوڻ سٺي ڳالهه نه آهي تنهنڪري تصوف سمجهائي ٿو ته سالڪ کي مرشد يا رهنما جي ضرورت آهي.

تصوف يا عشق اللهي ۾ فتحياب ٿيڻ لاءِ ٻين جيڪي ضروري ڳالهيون آهن، سي هي آهن:-
(١) نفس مارڻ (٢) سيني کي ڪيني کان پاڪ رکڻ
(٣) فقيرن ۽ درويشن جي صحبت (۴) پاڻ سڃاڻڻ.

ميرزا صاحب مرحوم شريعت جي اوڪانن جو به پوريءَ طرح پابند هو. وس پڄندي نه وٽانئس ڪا نماز قضا ٿيندي هئي ۽ نه روزو فوت ٿيو وڃندو هو. رمضان شريف جي روزن سان گڏ رجب، شعبان ۽ ٻين مهنن جا نفلي روزا به رکندو هو. روحاني مجلسن جو اهڙو ذوق هوندو هوس، جو ڪيترائي ڀيرا شاهه ڀٽائي عليه الرحمة جي درگاهه تي توڙي درازن جي مجلس ۾ جڏهن فقير روحاني ڪلامن جي موج لڳائيندا هئا، تڏهن ميرزا صاحب کي وجد ۽ حال اچيو ويندو هو.

آڌيءَ رات جو ساز تي روحاني ڪلام ڳائي پنهنجو سوز تازو ڪرڻ ۽ ڪيفي پائي مالڪ سان محو رهڻ به ميرزا صاحب مرحوم جو دستور العمل هو. تنهنڪري اسين حجت سان چئي سگهون ٿا، ته ميرزا صاحب مرحوم هڪڙو سچو صوفي ۽ عاشق الله جو هو.

ميرزا صاحب مرحوم جي مذهب جو بحث اسين سنڌ جي هيٺئين صوفياڻي ڪلام تي ختم ڪريون ٿا:-

دنيا ۾ دل جو مطلب پورو ٿيو نہ ڇا ٿيو؟
آخر مليو نہ جي رب، پيو سڀ مليو نہ ڇا ٿيو؟
مرهٽ هجي شاهي - لک لشڪر ۽ سپاهي
تيستائين عدل نہ ڏي راهي - جڳ فتح ٿيو تہ ڇا ٿيو؟
تنهنجو علم ۾ ٿئي ڪامل - ڪر پڻ عمل کي شامل
عالم جي ٿيو نہ عامل - دفتر لکيو تہ ڇا ٿيو؟
هت فقر جو هانو - هت زر جو تنهنجي زمانو
هت ڪر تون گهڻو خزانو - هي مال ويو تہ ڇا ٿيو؟
دنيا ڇا سک ڦٽا ڪر - ونڃ آخرت کي آخر
سودي ۾ سود ڪاٽر - نقصان پيو تہ ڇا ٿيو؟
سورهه ڏکو ڏيکاريئي - ويري سڀ وساريئي
پنهنجو نہ نفس مارئي - دشمن ڏسيو تہ ڇا ٿيو؟
آهي قلب اڄ ارمان، ڪيو شرڪ توکي شيطان
من جي نہ ٿيو مسلمان - ڪلمو پڙهيو تہ ڇا ٿيو؟



# (٩) اخلاق ۽ عادتون.

## ماءُ ۽ پيءُ جو ادب

ميرزا صاحب مرحوم هڪڙي بياض ۾ هٿان لکي ٿو تہ "مونکي ننڍپڻ جو ۴ ٻجهہ ڏاري اٿڻ جي عادت ننڍي هوندي کان ئي هوندي هئي. صبح جو اٿي هٿ منهن ڌوئي اول ماءُ ۽ پيءُ کي اچي پيرين پوندو هوس. هو خوش ٿيو مونکي دعائون ڪندا هئا."

ماءُ ۽ پيءُ جي ادب بابت ميرزا صاحب هڪڙي ڪلام ۾ هيئن ٿو چوي :

## مثنوي

ادب ماءُ ۽ پيءُ جو آهي ضرور
ڪجهه ڪرڻ يارو انهيءَ ۾ قصور
انهن کان ٻيو ڪوبہ بهتر نہ آهہ
بزرگيءَ ۾ تن جو ڪو همسر نہ آهہ
نہ هو عقل يا زور تو ۾ جڏهن
ڪئي پرورش تنهنجي تن تڏهن
رهيو رات ڏينهن تنکي تي هيءُ خيال
خدا خوش اسانجو رکجہ نو نهال
هو تڪليف سڀ پاڻ سهندا رهيا
ڏکن ۾ تنهنجي سار لهندا رهيا
ڏسي توکي ڏک ۾ ٿين هو ڏکي
سکيو توکي ڏسندي ٿين هو سکي
رکيو اينترو پيار توسان جنهين
جڳائي رکڻ توکي راضي تنهين
چون جيڪي توکي اهين ڪر ابا
تہ تو مان رهن خوش ۽ راضي سدا
خدا آهي فرمايو هيئن بار بار
مڃي حڪم پيءُ ماءُ جو ديندار
رکي خوش هتي جيڪو پيءُ ماءُ کي
ملي اُن جنت جو ٽهڪي هتي
( سوداءِ خام سنڌي نظم نمبر ١٣٣ )

( ٢ )

ڪئي مون تي تو نت نظرداري امان!
سنڌ ۽ لطف مون تي سدا جاري امان!
مڃان تنهنجا ٿورا عمر ساري امان!
ٿيان تو تان قربان سو واري امان!
منهنجي پياري امان! منهنجي پياري امان!
مونکي ڪير تو پيار مان ٿي پياريو
ڏيئي لاڏ مان لولي مونکي سمهاريو
وڃهي مولکي پاڪر تو هنج ۾ وهاريو
مونکي سک ڏئي پاڻ ڏک ۾ گذاريو
منهنجي پياري امان! منهنجي پياري امان!
ڪڏهن مونکي ڪڇ تي کڻي تو گهمايو
ڪڏهن ڏيئي چميون چاه سان سيني لايو
ڪڏهن قرب مان پڻ هٿن تي کڏايو
بڌائي مٺيون ٻوليون مونکي کلايو
منهنجي پياري امان! منهنجي پياري امان!
جي ٿي مونکي بيماري ۽ بيقراري
ته جاڳي ۾ تو رات ساري گذاري
دوائون دعائون ڪيئي بيشماري
ڏاڍي درگهي ڪئي تو مون لاءِ زاري
منهنجي پياري امان! منهنجي پياري امان!
مونکي تو هدايت سان هردم هلايو
مونکي تو ته رستو خدا جو ٻڌايو

مونکي تو گناهن کان بيشڪ بچايو
مونکي تو آهي آدمي پڻ بڻايو
منهنجي پياري امان! منهنجي پياري امان!
(سوداءِ خام نظم نمبر ١٥٥)

## (ب) نهٽائي

ميرزا صاحب مرحوم جهڙو عملدار هئڻ جي وقت ۾ تهڙو پينشنر هئڻ جي زماني ۾ نهايت نهٺو ٿي گذاريو. هو نماڻائيءَ جو پتلو هوندو هو: شاهوڪار توڙي شاهوڪار پر غريبن سان به نهٺو ٿي ڳالهائيندو ۽ هلندو هو. پاڻ هڪڙي ڪلام ۾ چوي ٿو ته والد شريف ئي مونکي نفس مارڻ ۽ نهٺي ٿي گذارڻ بابت سبق ڏنو هو:-

نصيحت پيءُ جي هيءَ هئي مونکي منظور
ڪري شل رب ان جو روح مغفور
چئين "مر تون ڪتي جي حڪم ۾ رهه
نه رهه پر نفس جي تون حڪم ۾ مور
هجيئي ڪپڙن اندر مر نانگ ڪارو
مگر رهه نفس پنهنجو پاڻ کان دور
گهڻو مون آزمايو آهه انکي
نبين ۽ ولين جو اي دستور"
قليچ ان تي ڪري تعميل هردم
تو سمجهي پاڻ کي جڻ حق کان مامور
(ديوان قليچ غزل ٧٩

نماڻائي ۽ نهٺائيءَ بابت مرزا صاحب جا هيٺيان
گفتا به ياد رکڻ جهڙا آهن:-

غزل.

بزرگ اصل سي، جي نماڻا ۽ نيچ
وڏي وت اهي سمجهجن ٿا جي هيچ
منڊيءَ جو شرف چيچ کي ٿو ملي
مگر آگرين ۾ ننڍي آهه چيچ
وڏي کيت کلراٺي کان تي پلي
اها ٽڪري سالم چگي جنهنجي ٻيچ
ڏئي شهه پيادو ڪري مات راند
ڪري ٻانڊ طرفين جي بازي زيچ
نِوڙو پاڻ کي جاڻ ڪر نياز نت
سرفرازي حاصل ڪرين جي قليچ
(ديوان قليچ غزل ٩۴ الف)

( ٢ )

هليو وڃ سنئون ڪين ٿون موڙ ڪنڌ
سڌو شرع جو رستو ۽ سهڪو پنڌ
تون انڌي جان ملڪان ٿائين وڃين
چڏين جي هتي نفس پنهنجي جو انڌ
ڪتي جان ڳچيءَ ۾ تون وجهه انکي ڳٽ
ادب جي ڪلي سان ڪٽي انکي بند
پيو مر ٻهي پونکي تاڻي اني
جي ڏاڙهي، ته مار انکي ڪٽ هرڪو سنڌ

قليچ آهي اِئي وات جنهن شاهه چئي
ڪٿين تون يا هارائين، هي ٿو ٿهجو هند".
(ديوان قليچ غزل ٧٢)



## (ت) رحمدلي

ميرزا صاحب مرحوم جي طبيعت ننڍي هوندي کان نرم ۽ ٻاجهاري هوندي هئي. عام خانداني ٻارن وانگر منجهس شوخي ۽ هوڙهائي اصل ڪانه هوندي هئي. جواني ۽ حڪمرانيءَ جي زماني ۾ به هو غريبن ۽ مسڪينن تي گهڻو رحم ۽ ترس ڪندو هو. نه رڳو ماڻهن سان رحمدل ۽ نرم دل رهندو هو، پر جانورن تي به گهڻو قياس ڪندو هو. جڏهن گهوڙي، گاڏيءَ تي چڙهندو هو، تڏهن سندس نوڪر کي مجال نه هوندي هئي، جو گهوڙي کي زور ڪري چهبڪ هڻي سگهي. پاڻ هڪڙي ڪلام ۾ چوي ٿو:-

### مثنوي

رحم جهڙي ناهي ٻي ڪا شيءِ عجيب
رحم هر انسان کي شل ٿئي نصيب
رحم نيڪيءَ جي نشاني آهي هڪ
رحم حق جي مهرباني آهي هڪ
رحم بيشڪ هڪ خدائي ذات آهه
رحم هڪڙي برڪتي برسات آهه

ٻا اچي آڀ مان ٻوي ڌرتيءَ مٿي
ڏاهه گل ونڻ ٽڻ سڀ ساوا ڪري
رحم روشن نور ٿيو چوڌس ڇٽو
رحم مان نت فائدو آهي ٻٽو

جو ڪري جنهن تي ڪري ٻيئي نهال
خوش رهن ڏيندڙ ۽ وٺندڙ ٻيئي بحال
رحم جهڙي سگهه سڀهي ۾ ڪانه مور
رحم لحظي ۾ ڪري سڀ درد دور

رحم زيور آهه شاهن لئِ شريف
تاج کان وڌ تو لڳي تنکي لطيف
حڪم هڪ طاقت دنيائي آهه سچ
بادشاهن لئِ وڏائي آهه سچ

رحم ان طاقت کان واڌو آهي پر
جي ڪبي ڪا اصل ان جي تي نظر
حڪم جي ۽ زور جي بازوءَ ۾ جاءِ
رحم جي دل ۾ جڳهه نت تي بجاءِ

حڪم جي ٿئي رحم سان شامل ڪٺي
زور دنيائي خدائي ٿئي ٻٽي
رحم آهي هڪ رباني خاصيت
رحم آهي روح جي هڪ ماهيت
رحم کي اعلى خدا خود ڪيو پسند
رحم کان نالو سندس ٿيو ارجمند

جڳ جوي تنهنکي تو رحمان ۽ رحيم
تو ڪرم ۽ فضل کان سڀ جي ڪريم
پاڻ تيو جڳ ۾ سو ارحم راحمين
انبيا ٿيا رحمة للعالمين
سو غفور ۽ غافر ۽ غفار تيو
سو عفو ۽ ساتر ۽ ستار تيو
سو رئوف ۽ سو لطيف ۽ سو مجيب
سو سدا صاحب تيو قادر قريب
نانو تنهنجا ٿيا بلاشڪ بي شمار
سڀ مٺا ۽ سڀ چڱا ۽ خوشگوار
رحم جي ٿي گھرج هر حيوان کي
رحم جي ٿي گھرج سڀ انسان کي
رحم ڏاران ڪهڙو ٿئي ماڻهوءَ جو حال
هت ۽ هت ٿئي زندگي تنهنجي وبال
رحم سان رب جي ٿين سڀ ڪم راس
عدل سان انهي جنت جي ڪنهنکي آس
رحم ڳولي پاڻ بندو ٻر قصور
تيو تڏهن لازم ڪرڻ ٿئي ٿي ضرور
(سوداءِ خام نظم ٦٤)



## (ج) وقت جي پابندي

مرزا صاحب مرحوم وٽ وقت جي پابندي تمام گھڻي هوندي هئي. وقت جي قدر سڃاڻڻ جي سٽي

ميرزا صاحب کي تعليمي ھوندي بہ عالمن کان علميل ھئي. ٻارن لاءِ صبح جي دعا جهڙا سندس ناعيا آھي تنھن ۾ جي... انگريزيءَ جي وقت ۾ تنھن نوڪري جي زيت ۾ ٿوري پينشن کان پوءِ ھو پنھنجا روز مره جا ڪم ٽائيم ٽيبل موجب ڪندو ھو. پينشن وٺڻ کان اڳ سندس ھڪڙو مقرر ٽيل ٽائيم ٽيبل ھيءُ ھو:-

فجر جو ڇهين بجين اٿي وضو ڪري تهجد نماز پڙھي ذڪر فڪر ڪرڻ ۽ قرآن شريف جو دؤر ڪرڻ. دؤر پلي ڪٺي ٿورو "ايمي" ڪن ھجي، تہ بہ معنيٰ سمجهڻ سان ڪرڻ. قرآن شريف جي دؤر کان پوءِ ڪو حديث جو ڪتاب يا ٻيو ڪو ديني مسئلن جو ڪتاب يا ڪو تصوف جو ڪتاب ويهي پڙھڻ. تنھن کان پوءِ ٿورو گهڻو لکڻ جو ڪم ڪري پوءِ فجر نماز پڙھڻ. فجر نماز کان پوءِ اخبارون ۽ رواجي ڪتابن کي نظر مان ڪڍڻ. تنھن کان پوءِ چاءِ پي نوڪريءَ ۾ زماني جي ڪمن ڪارين کي منهن ڏيڻ. ٻہ پهرن جو ماني ڪائي ٿورو آرام ڪرڻ بعد لکڻ جي ڪم تي ويهڻ مغرب نماز تائين لکڻ جي ڪم کي لڳو رھڻ وچ ۾ فقط اڳين ۽ وچين نماز پڙھڻ لاءِ اٿڻ. مغرب نماز کان پوءِ ٿوري ساھي ڪٺي سرڪاري ٽپال جو نيڪال ڪرڻ، اخبارون ۽ ڪتاب پڙھڻ. پوءِ رات جي ماني کائي سومهڻي نماز پڙھي سمهي رھڻ". (از اخبار نومسلم حيدرآباد سنڌ مورخہ ٣ مي ١٩٣٥)

پيش وڃڻ کان پوءِ به ميرزا صاحب جا پيا سڀ ڪم روز مره مقرر اڳ ٺهرايل وارا قائم هئا، مگر ويڪ ڪم جي سلسلي دستورالعمل طور ڏسبا هئا، جي هي هئا ۽ مالڪ جي مقام ۾ روز مره وڃڻ، باغيچي ۾ مالهيءَ وانگر ڪم ڪرڻ، ۽ ٻهون جو املداس جي وڻ واري آکيري ۾ ويهي پکين سان گڏ خدا تعاليٰ جو ذڪر ڪرڻ.



ميرزا صاحب مرحوم جو مٿيون دستورالعمل ثابت ڪري ٿو، ته هو ڇڙو هو اورچ ٿڙولي هو وقت جو پورو پابند. اورچ ٿي ڪم کي لڳو رهڻ ۽ وقت نه وڃائڻ بابت ميرزا صاحب چوي ٿو:-

ڳڻيو وقت پنهنجو سدا قيمتي بڻ
حياتي ۽ هرگز وڃايون اجائي

(ديوان قليچ قصيده ۴۱۳ مان)

مرحوم پنهنجي ڪلام ۾ هيئن ٿو فرمائي:-

ياد رک، دل! وڃاءِ ڪوڙ تون وجهه
ملئي شايد وري نه اهڙو سجهه
اوئين جڏهن ڪم پنهنجان سو ڪر پورو
رات ڏينهن خيال ۾ تون ان سان اڄهه
قول سان فعل سان تون اڙ رک ياد
شوق جي باهه ۾ تون ان لئي رجهه
نيت محنت جو اٿ ملئي انعام
جت سٽين ڪان ڪندو پڇاڙو ڇجهه
گل چنڻ لاءِ جهل ڪنڊا تون قليچ
سک گهرين جي ته سهه تون ڏک ۽ ڏجهه
(ديوان قليچ غزل ٦٢)



## (د) جفاڪشي

ميرزا صاحب مرحوم ۾ هڪڙو خاص گڻ هي هو ته هو، جو هو پنهنجي بدن کي سست ۽ آرام طلب ٿيڻ نه ڏيندو هو. سندس مٿي ڏيکاريل ٽائيم ٽيبل ۾ جيترو وقت لکڻ جي ڪم لاءِ ڏيکاريل آهي سو سڀ وقت هو گهڻو ڪري بنان پٺن ڪرسيءَ تي ويهي لکندو هو. بار کڻڻ، ڊوڙ پائڻ ۽ وڻ تي چڙهڻ جو گهڻو استعمال ڪندو هو. پنهنجي باغيچي ۾ گلن جي چڪين جي سوءِ ڪرڻ، چلها ۽ پارا صفا ڪرڻ، ڪوڏر جو استعمال ڪرڻ اهي سندس دستورالعمل هئا.



تنهنڪان سواءِ ڪنهن وقت هو ڊرائنگ ۽ نقش جو ڪم ڪندو هو؛ ڪنهن وقت واهلو ڪارائي يا ٻيا اوزار ڪٽي وٺي واڍڪو ڪم ڪندو هو.

هڪڙو آسودو امير ماڻهو پنهنجي بدن کي مٿين ريت جفاڪشيءَ نه ٿي ھيري سا ڳالھ نهايت نهـين جوڳي چئبي ۽ ان جي اميري بلاشڪ فقيريءَ جي رنگ ۾ رتل ليکبي. محنت ۽ جفاڪشيءَ بابت ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي ڪلام ۾ هن ريت چوي ٿو:-

## مثنوي

م چو مونکي حياتي خواب آهي
م پل دنيا عجب اسباب آهي
نه تيندو قبر ۾ آدم اوطاقي
بدن فاني مگر تيو روح باقي
اسان جو هت نه سک آهي نه ڏک ڪم
ترقي ۽ ڪپي تعميل هردم
اسان جو ڪم گهڻو ۽ عمر توري
اجل ڪاهيو اچي پيو زور زوري
هي دنيا جنگ جو هڪ آهه ميدان
تون وڙهه مردن جان ٿنهيو ٿي نه حيوان
وساري ڇڏ تون مستقبل ۽ ماضي
هميشه حال تي رهه يار راضي
سياڻي جي خوشي ڇڏ ڪالهه جو غم
خدا ڪر ياد اچ، همت سان ڪر ڪم
ڇڏي جي نامور ويا پنهنجو نالو
ڪريون ٿن جان اسين پڻ اچ ڪشالو

وڻون موٽي جڏهن رستو رباني
چڏيون ڪا پاڻ پوين لئي نشاني
ته من ڪو رهگذر ان ڏي نهاري
لنگهي هن رڃ مٿان پهچي ڪناري
اٿو يارو بڌو تان دل جي همت
ڪريون صبر ۽ صداقت ساڻ محنت
(سوداءِ خام سنڌي نظم نمبر ١٠٩)

## (ر) بي تعلقي يا ويراڳ

ميرزا صاحب مرحوم انهن درويشن مان هو، جي دنيا سان تعلق رکندي به بي تعلق گذارين ۽ واسطيدار هوندي به غير واسطيدار رهن، يوڳي هوندي به سچا جوڳي ٿي جالين، جئن حضرت شاه عبدالڪريم عليه الرحمة فرمايو آهي:-

هميون ڏجي حبيب کي، لڳ گڏجن لوڪ

دنيا ۾ رهي بي تعلق رهڻ بابت ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي هڪڙي ڪلام ۾ هئن ٿو فرمائي:-

ٿون پاڻ کي يار پاڻ ڏي ڇور
ٿي ڏور پين کان ٿارهين زور
پئي نفس مرڻ جي سڌ نه ليسين
جيسين نه ٿئي ڪو زنده در گور
ٿيو خلق ڏي ميل، ميل ۽ مرض
دل تنهنجي جي اک کي سا ڪري ڪور

پڇ خلق کان، ڇو جو دشت هئي
تو گرگ کان الطرح ڇڏي گور
تارڪ ٿي قليچ رهه تون تنها
هل گوشي ۾ جئن ڪ باغ ۾ مور
(ديوان قليچ غزل ٨١)



ميرزا صاحب پنهنجي ٻئي ڪلام ۾ فرمائي ٿو:-

رباعي.

دنيا سان قليچ ره نه تون دل بستو
دل بستو وڌيڪ جو، سو وڌ دل خستو
آهن ته متا جي ساهميءَ ڪي سي ڏس
هلڪو جو ٿيو آهه سو وڌ برجستو
(موتين جي ڊبلي ڀاڱو ٻيو دستخط)



ماڻهن کي قبرستان ۾ گهمڻ وڃڻ ۽ عبرت حاصل ڪري هر وقت موت جي يادگيري رکڻ تارڪ سالڪ جو ڪم آهي، نه دنيا ۾ گرفتار ٿيل دنيادار جو. ميرزا صاحب مرحوم جي قبرستان سان گهڻي رهاڻ هوندي هئي. هو پنهنجي هڪڙي ڪلام ۾ فرمائي ٿو:-

گهمڻ آهين گهميو تون شهر بندر ۽ باغ ۽ بستان
هلي ڏس هاڻ تون اي دوست سڌجي ٿو جو قبرستان
مٿان ڌرتيءَ جي هو عالم ۽ ڌرتيءَ هيٺ هي عالم
هو هنگامي ۽ هل جو ملڪ ۽ هي ملڪ خاموشان

عجب گلشن ۽ گلزار آهه هي پڻ، جي ڪرڻ ويچار
ڏسين هت گل شگفته ڪيترا ۽ غنچه خندان

هزارين گلعذار ۽ گلبدن ۽ ناز پرورد
سمن بر، سيمتن ۽ ياسمين بوءِ راحت ريحان

گهڻا هت داغ لالا جا رکن، خيري جان ٿيا خونين
گهڻا پامال ٿيا هت جي هئا فتنه ۽ نافرمان

گهڻا گهوٽ آيا هت جن رات گذري هئي ڪٿي شادي
گهڻيون ڪنئاريون جي پيوه تي چڙهيون سينگار ٿيون عريان

ڏسين هت انبيا ۽ اوليا ٿيا خاڪ ۾ مدفون
سڀائين ڪين هي آهن گدا يا آهي هي سلطان

ڍڪيو زربفت ۽ اطلس تي جن، مخمل تي تي ليٽيا
ٿيل ڏس بيڪفن هت خاڪسار ۽ خوار خون افشان

گهڻا بهرام جهڙا شاهه جن ٿي گورخر ماريا
سي خر جان گور ماريا، قيدي سي ۽ گور ٿيو زندان
(ديوان قليچ غزل ١٩٨)

ميرزا صاحب مرحوم موت جي يادگيري گهڻي ڪندو هو. سندس چوڻ هوندو هو، ته موت جي يادگيري رکبي، ته دل مان سستي نڪري ويندي ۽ چستي پيدا ٿيندي. انسان سمجهندو ته مونکي ضرور موت جو مزو چکڻو آهي، تڏهنڪري جيڪا نيڪي پڄي سگهي ۽ جيڪو ڪم ٿي سگهي سو ڪري وٺان. اهڙي نموني ۽ چال سان حياتي جا ڏينهن گذاريان،

جو مرڻ کان پوءِ بہ پنھنجي مالڪ اڳيان ڪيئن ڪِٽِي ڀُڄُو ٿيان".

ميرزا صاحب مرحوم جا موت بابت گھڻائي ڪلام چيل آھن، جنمان بہ ٽي ھت ڏجن ٿا.

( ١ )

موت جو ذڪر نور قلب جو ٿيو
موت کي ياد نت ڪريو ائين گھڻو
حڪم آھي حديث جو پڻ ائين
جيڪي بيمار ٿيا انھنکي پڇو
جي مرن تن سندي جنازي سان
اوھين اڪثر مقام تائين وڃو
بيءَ طرح پڻ وڃو جي قبرستان
تہ اتي موت کي ائين ياد ڪريو
موت جي ياد پيو تہ پوءِ البت
ياد پئي آخرت ۾ تنيو پلو
آخرت ياد پئي تہ پوءِ قليچ
وسري دنيا ۾ ان جو چاھ چڙيو.

(ديوان قليچ غزل ٢٨٠)

( ٢ )

صبر سان جالي ٿيون ھڻ ڏيہ ڀڏڻ جو ڪين ڪر
اُت پرين پاتار ۾ موتي مٺيا ايندءِ نظر
دم جھلي داڻھ ھليو وڃ ڏيان ڏڏڪن تي نہ ڏر
يا ڪڍين موتي تري مان يا سڀين تون پرينءَ ۾.

تي تني رحمت خدا جي خلق تي رحمت کان پوءِ
منزل راحت اچي تي منزل آفت کان پوءِ
(سوداءِ خام سنڌي نظم نمبر ١٨٥)



ميرزا صاحب پنهنجي باغ ۾ هڪڙي ڏکي املداس جي وڻ تي پنهنجن هٿن سان پکين جي نموني هڪڙو مزي جهڙو مضبوط آکيرو ٺاهيو هو. ترتيءَ جو جڏهن سڀڪو امير خواه غريب پنهنجي گهر ۾ آرام پيو ڪندو هو، تڏهن ميرزا صاحب مرحوم وڃيو انهيءَ املداس واري آکيري ۾ ويهندو هو. اهو وقت اهڙو هوندو آهي، جنهن ۾ سڀ پکي پکڻ اڏامڻ ۽ چڳڻ ڇڏي وڻن جي پنن جي ڇانءَ ۾ ويهيو عجيب چڻ پڻ لڳايو ويهندا آهن. قرآن شريف ۾ فرمايل آهي، ته پکي پکڻ توڙي جيڪي به ساهوارا آسمان تي خواه زمين تي آهن، سي پنهنجي خلقطهار مالڪ جي پاڪائي پڙهن ٿا ۽ انکي ياد ڪن ٿا".

فقيري اصول موجب پکي پکڻ جي تسبيح پڙهڻ (رب جي پاڪائي ڳائڻ) جي وقت مان به پهر به هڪڙو وقت آهي. انهڪري ميرزا صاحب به انهيءَ وقت آکيري ۾ ويهيو مالڪ جي تعريف ۽ تسبيح پڙهندو هو. انهيءَ بابت ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي ڪلام ۾ هيٺ ٿو فرمائي :-

آءُ روح آهيان، وِيس ۾ ماڻهوءَ جي گذاريان
حيوان بہ آءُ، پڻ پکي، ۾ ڪنب ڌ. ڌاريان
آپ ٿائين آءُ اُڏران تي پکي دل ۾ اکين سان
ويهان سمهان حيوان جان ٻ وڙان ۾ پڪاريان
ٻوڙن جان وهان بار بہ گڏهن جان کڻان آءُ
مردن جان سمهان جاڳندي جيئرن جان نهاريان
آکيرو **امداس** ۾ پنهنجيءَ مٿان منهنجو
جنهن تي ويهي آءُ ڏينهن سڄو پنهنجو تو گهاريان
اَٺ ويهي پڙهان ۾ لکان ۾ خيال پچايان
۾ شعر چوان درد ڪارڻ هنجون بہ آءُ هاريان
اٺ پڻ آءُ نمازون پڙهان، مصحف ۾ وظيفا
پوءِ ڪائي پي آرام ڪريان وهم وساريان
باغيچو ٿيو جنت ۾ امداس ٿيو طوبيٰ
تسنيم جي آءُ نهر قليچ کي سنياريان
معراج اهو منهنجو ۾ ڏرتي تي اهو عرش
جبريل کي منجهہ مغز ۾ حق دل ۾ وهاريان
هت جيئري قليچ آهيان آءُ حيوان ۾ ماڻهو
تي روح مرڻ بعد ملائڪ جان ٺدواريان

(ديوان قليچ غزل ١٩٥)



ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي هڪڙي بياض ۾ پنهنجي
شاعري سان گڏ هيٺين بہ لکيو آهي:-

"آءٌ پنهنجي وفات جي تاريخ سال بہ سال ڏهي ڇڏيندو آهيان. پر جڏهن موت کي گهڻو ٿو ساريان تڏهن هو اڃا وڃي مونکان پري ٿيندو".

ميرزا صاحب مرحوم جا مٿي بيان ڪيل دستور العمل ثابت ڪن ٿا، تہ هو بيشڪ وڏيءَ منزل وارو سچو عاشق الله جو هو. شال سندس نيڪ روح کي رب تعاليٰ فردوس اعليٰ ۾ سدائين فائز رکي.
آمين! ثم آمين!!



ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي دستخط ڪتاب سبز ورق ۾ هيٺيون احوال لکيو آهي.

"هاڻي آءٌ پنهنجن يارن جي واقفيت لاءِ پنهنجي هلت چلت ۽ پنهنجون عادتون ۽ ڪي خاص خيال لکان ٿو. ڪي تہ مٿين لکئي مان بہ انهن بابت معلوم ٿيو هوندو. وڌيڪ هيٺ لکجي ٿو.

جن ڏينهن ڪان وٺي اسڪول جي مٿين ڪلاس ۾ پئي پڙهيو آهيان يا بمبئي ڏي ويو آهيان انهن ڏينهن ڪان وٺي مونکي ياد آهي تہ صبح جو سوير/اٿي نماز پڙهندو هوس ۽ دعا گهرندو هوس ۽ قرآن پڙهندو هوس. ٻيون نمازون گهڻو ڪري نہ پڙهندو هوس جو پڙهڻ جي ڪمن ڪري فرصت نہ ملندي هئي يا خيال ڪونہ ٿيندو هو. ليڪن جڏهن ڪاليج ڇڏي اچي وينس يا نوڪري شروع ڪيم تن ڏينهن ڪان وٺي

سيني وقتن جي نماز پڙهندو اچان ۽ صبح جو قرآن
به ضرور پڙهندو اچان. گهڻن ورهن کان منهنجي هر روز
جي عادت ٿي وئي آهي ته وڏي اسر جو چئين بجي
ڌاري پاڻهي اٿان ۽ اٿي وضو ڪري تهجد جي نماز
پڙهان ۽ قرآن جو دور ڪريان. اڪثر هڪڙي ايمي
کان وڌيڪ نه پڙهندو آهيان ۽ اڪثر جيڪي پڙهندو
آهيان سو سمجهندو ويندو آهيان. انهي ڪم لاءِ هميشه
ترجمي سان قرآن يا حمايلون رکندو آهيان. قرآن پڙهڻ
کان پوءِ ڪو حديث جو ڪتاب يا ڪو ٻيو ديني ڪتاب
يا تصوف جو ڪتاب يا اهڙي ڪنهن مفيد مضمون
تي پڙهندو آهيان. پوءِ اڪثر ڪي لکندو آهيان جي
ڪتاب جوڙيندو آهيان ته اهو ٿورو ٿورو ڪري لکندو
ويندو آهيان. جهڙيطرح خود هي احوال لکان ٿو. پوءِ
فجر جي نماز پڙهي اخبار يا ٻيو رواجي ڪتاب ڏسندو
آهيان پوءِ چاءِ پي تيار ٿيندو آهيان ۽ سرڪاري ڪم
شروع ڪندو آهيان يا گشت تي ويندو آهيان. ٻنپهرن
جي ماني کائي ٿورو آرام وٺي وري ڪم ڪريان ۽
اڳين جي نماز پڙهي وري ڪم ڪريان. وري ٽپهرن
جي نماز پڙهي وري ڪم ڪريان. شام جي نماز پڙهي
ٿوري ساهي کڻي وري سرڪاري ٽپال صحيح ڪريان
يا اخبار يا ڪو ڪتاب ڏسان. پوءِ رات جي ماني
کائي سمهاڻين جي نماز پڙهي وڃي سمهي رهان ۽ اڪثر
سوير سمهندو آهيان جي دير ٿي ويندي آهي ته اڪثر
ننڊ ٿوري ايندي آهي ۽ جاڳڻ ڪري بي آرامي ٿيندي آهي.

ڪجهڙي نه حالت ۾ صبح جو روز سوير اٿندو آهيان-
صبح جو اٿڻ مهل يا تهجد جي نماز کان پوءِ ٿوري
وقت تائين ذڪر ۽ فڪر گڏ ڪندو آهيان- الهي لاءِ
پنهنجي واسطي قاعدو نهرائي ڇڏيو اٿم انموجب ڪندو
آهيان- اهو هي آهي ته پهرين **سبحان الله سبحان الله**
وات سان پيو چوندس آهستو ۽ خيال ۾ خدا جي
پاڪائي جا مثال پيو ويچاريندس ته ڪيئن پاڪ آهي
ان بابت ڪتابن ۾ پڙهيو اٿم تنهنڪري اهڙي فڪر
يا خيال ڪرڻ ۾ آساني ٿي ٿئي- پوءِ وري **الحمد لله**
الحمد لله زبان سان چوندس ۽ دل ۾ خدا جي قدرت
جا مثال پيو آڻيندس آسمان تي ۽ هوا ۾ ۽ زمين تي
عالم نباتات جا قسم ۽ گل ڦل ۽ هزارين ميوا ۽ عالم
حيوانات ۾ هزارين قسمن جا جيت ۽ تمام ٻاريڪن کان
وٺي تمام وڏي قد جي سرندڙ جانورن تائين- عالم
آبيءَ جا قدرتي مثال ۽ هزارين قسمن جا مڇي ۽ جانور
۽ انسان ۽ انهيءَ کان مٿي عالم ارواح ۽ جن ۽ پريون ۽ ملڪ
جي سڀ عالم ارواح ۾ داخل آهن- اهي مضمون اڪثر
گهڻو پڙهيا اٿم ۽ انهن تي لکيو اٿم تنهنڪري لحظي
۾ سڀني جو سير ڪري ويندو آهيان- پوءِ وري شڪر لله
شڪر لله زبان سان پڙهان ۽ دل ۾ خدا جي مهربانين
۽ نعمتن جو شڪرانو ڪندو وڃان ته مونکي پيدا ڪيو
اٿيئي ۽ هيستائين جيئرو رکيو اٿيئي ۽ تندرست رکندو
اچين ۽ عزت آبرو ڏني اٿيئي ۽ رزق ڪشادو ڏنو

اٿيءَ ۽ اسلام تي ٻاريو اٿيءَ ۽ عبادت جو شوق ۽ ميل ڏنو اٿيئي ٻار ٻچا ڏنا اٿئي ۽ اهي ڀائي ڏنا اٿيئي ۽ ٻيا عزيز خويش ڏنا اٿيئي. انهي خيال ڪندي پنهنجي هاڻوڪي ۽ اڳوڻي حالت ۽ پنهنجي ۽ ڪن ٻين گهٽ حالت وارن ماڻهن جي ڀيٽ بہ ڪندو اچان ۽ خدا جو شڪرانو ڪندو اچان - ٻيءَ وري استغفرالله استغفرالله چوڻ لڳان ۽ خدا کان گناهن جي توبهہ گهرندو اچان ۽ جيڪي گناهہ ياد اچن ۽ سمجهہ ۾ سي دلتي آڻيان ۽ خدا کان بخشايان. ٻهرين خدا جي نسبت ۾ جو سندس بندگي نہ ڪئي اٿم ۽ حڪم بجا نہ آندا اٿم ۽ ڪيس ياد نہ ڪيو اٿم ۽ شڪر ۽ حمد جا حق بجا نہ آندا اٿم ۽ سندس حق ۾ بي ادبي جا لفظ ۽ خيال ڪم ۾ آندا اٿم. ٻيءَ ماڻهن جا حق بجا نہ آندا اٿم ۽ انهنکي رنج ڪيو هوندم ٻيءَ خلق يا بني آدم جا حق جي مون تي آهن سي بجا نہ آندا اٿم يعني ٻاڻڪان غريبن ۽ فقيرن کي مدد نہ ڏني اٿم - ٻاڻان ضعيفن کي مدد نہ ڏني اٿم - جن تي حڪم هلائڻ لاءِ رکيو ويس تنجو پورو انصاف نہ ڪيو اٿم - گهڻن کي هزارن طرحن سان اهنج ۽ ايذاءِ رسايو اٿم - تهن کان ٻيءَ پنهنجو پاڻ سان ظلم ڪيو اٿم ۽ نفس ۽ شيطان جي چئي ڪيترين حرڪتون ۽ خرابيون ڪيون اٿم ۽ خدا جي ٺهرايل حد کان ٻاهر ويو آهيان انهن سڀني ڳالهين تي خيال ڪري ۽ مثال ياد ڪري پشيمان ٿيندو آهيان ۽ توبهہ ڪندو

آهيان ۽ بعضي وقت روئي به ڏيندو آهيان. پوءِ وري
لا اله الا الله پڙهڻ لڳان ۽ خدا جي وحدت تي خيال
ڪريان ته اهو هميشه قائم ۽ جيڪو آهي سو سڀ فنا
آهي ۽ خدا کان سواءِ ٻيو ڪي ڪينهي ۽ لاموجود الا
الله ۽ لامعبود الا الله ۽ لا مقصود الا الله ۽ لامطلوب الا
الله تي خيال ڪريان. پوءِ وري الله اڪبر الله اڪبر
چوڻ لڳان ۽ خدا جي وڏائي بابت فڪر ۽ خيال
ڪريان. پوءِ ڪلمو شهادت جو پوءِ صلواة پڙهان ۽ ان
تي خيال ڪريان. اڪثر صبوح جو خدا جا نوانوي نالا
جنکي اسماء الحسنيٰ چون ٿا سي ۽ سبح لله ۽ يا ايها
المزمل جون سورون ياد پڙهان ۽ انهن جي معنيٰ تي
خيال ڪندو وڃان پوءِ دعا گهران ۽ دعا به پنهنجي
لاءِ نهرائي چڏي اٿم. ٻهرين بابي ۽ امان ۽ پائن ۽ ٻارن
۽ ناني ۽ دائن جي حقم بخشش گهران جي گذري
ويا آهن ۽ چوان ته الاهي انهنجي روحن کي بهشت
نصيب ڪجاءِ. مونکي ٻڇڙن ڪمن ۽ ٻڇڙن خيالن ۽
۽ ٻڇڙن قولن کان پاسي ڪجئين. نفس ۽ شيطان جي
پلڙ جي طاقت ڏجئين. تندرستي ڏجئين. علم ۽
حڪمت نصيب ڪجئين. هدايت جو رستو ڏيکار جئين
پنهنجو عشق ۽ محبت ڏجئين. دنيا جي محبت ڏان
پري رکجئين. اهي ڪم ڪرائجئين جنهن تون راضي
رهين ۽ چڱن ڪمن ڪرڻ جي توفيق ڏجئين. موت

نزديڪ آهي موت جي گهڙي آسان ڪجئين. عذاب قبر جي کان، عذاب موت جي کان ۽ عذاب آخرت جي کان ۽ عذاب جهنم جي کان بچائين - ايمان سان ماڻجئين آخرت موچاري ڪجئين - حشر صالحن ۽ ۽ نيڪن سان ڪجئين - زال ۽ ٻارن ٻچن جو خير ڪجئين انهن کي تندرست رکجئين وڏي حياتي ڏجئين ۽ صالح ڪجئين - عزيزن خويشن جو خير ڪجئين ۽ ساري جهان جو خير ڪجئين جيئن خير سان رات گذاري ڏينهن ڪيئي، تيئن خير سان ڏينهن گذاري رات ڪجئن ۽ اڄ ڏينهن جو چڱا ڪم ڪرائجئين. چڱي مت ڏجئين انصاف ڪرائجئين فيض پهچائجئين - آمين!

رات جو سمهڻ مهل وري چوان ته جيئن خير سان ڏينهن گذاري رات ڪيئي تيئن خير-سان رات گذاري ڏينهن ڪجئين. آءٌ سمهان تو ن منهنجي سنڀال ڪجئين جي ذات جي عرصي ۾ مون کي موت لکيل آهي ته منهنجو روح توکي پرتو آهي ۽ منهنجن پوئين جي سنڀال ڪجئين.

مذهب جي نظر تي اسين اثنا عشري يا جعفري شيعا رهيا آهيون. رئيس مرحوم ننڍي هوندي پنهنجي وطن کان نڪري ايران ۾ رهيو ۽ جڏهن سنڌ ۾ آيو تڏهن مير صاحبن وٽ رهيو جي شيعي مذهب جا هوا تنهن ڪري پڇاڙيءَ تائين انهيءَ مذهب ۾ رهيو. نبيءَ ۽ نبيءَ جي اولاد سان گهڻي محبت هوندي

هيس ۽ ٻين سيني کان لبيءَ ۽ علي ۽ پنجتن ۽ انهن جي اولاد کي
شرف ۾ زياده سمجهندو هو ساڳيو مذهب اسان سيني ياڻن
جو رهيو آهي. ليڪن ائين سمجهڻ نہ گهرجي تہ جاهل
شيعن وانگي ٻين يارن يا خليفن جي باري ۾
ڪڏهين ڪي اجايا لفظ ڳالهايا هونداسين. سنڌ ۾ اسان جو
واسطو اڪثر اهل سنت سان رهيو آهي. تنهن ڪري
گهڻين ڳالهين ۾ اسين سني بہ آهيون ۽ شيعا بہ آهيون
رئيس مرحوم نماز سنين وانگي پڙهندو هو ۽ هٿ ٻڌي
نماز پڙهندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن رڪعت ۾
هٿ ڇوڙي ڇڏيندو هو. آءٌ اڪثر اڪيلائي ۾ فرض
شيعن وانگي پڙهان ۽ سنت ۽ نفل سنين وانگي-
ادو صادقعلي سڀ نمازون شيعن وانگي پڙهندو آهي
ادو عليقلي بہ ائين ڪري- مگر جمعي يا عيد جي نماز
يا ٻي جماعت جي نماز سنين وانگي پڙهون وضو شيعن
وانگي ڪريون- ليڪن آءٌ ڏينهن ۾ هڪڙو يا ٻہ ڀيرا
وضوءَ وقت پير ڌوئان ۽ ٻين نمازن وقت پيرن يا
جورابن تي مسح ڪريان- مون کي ٻين مذهبن جي
ڪتابن پڙهڻ ۾ ڪو اعتراض نہ ايندو آهي پاڻ شوق
رهندو آهي. تنهن ڪري اڪثر ٻين مذهبن جا ڪتاب
پڙهيا اٿم- اهل سنت جا گهڻا ڪتاب پڙهيا اٿم ۽
شيعن جا بہ، تنهن کانسواءِ عيسائي ۽ هندن، ٻڌ، گبرن
۽ ٻين جي مذهبن جا ڪتاب پڙهيا اٿم- تيا سفي جا

ڪتاب پڙهيا اٿم - اهل تصوف جا ڪتاب اڪثر
شوق سان پڙهندو آهيان ۽ دل جو ميل بہ اوڏي
گهڻو آهي. اسلام جي نسبت ٻين مذهبن وارن جي
جيڪا راء هوندي آهي تہ ڪهڙا عيب تا ڪڍن
تنهن ڪري جانچ ۽ اعتراض نہ آڻيندو آهيان
انهي* لاء تہ خبر پوي تہ ڪهڙا تا عيب ڪڍن.
انهيء ڪري ڪو پنهنجي مذهب ۾ نقص پوڻ جو
ڊپ ڪونہ ڪو رهندو آهي. انهن سڀني مذهبن
سمجهڻ ڪري مون کي چڱيء طرح معلوم ٿي رهيو آهي
تہ اصل بنياد هر مذهب جو هڪڙوئي آهي. يعني
خدا جي وحدت ۽ انهن جي حڪم جي تابعداري ۽
فرمانبرداري، جنهن کي چئبو آهي اسلام- پوء رفتہ رفتہ
ظاهري رسمن ۽ هلت چلت ڪري تفاوت پئجي
ويا آهن. انهيء مدنظر تي تصوف وارو مذهب سڀ
کان بهتر آهي جو نج اسلام آهي ۽ جنهن ۾ سڀ
انسان تفاوت کان سواء هم مذهب ۽ ڀاء ٿي سگهن ٿا
روزي رکڻ جو شوق مون کي هميشہ گهڻو رهندو
آهي. اسين سڀ ننڍي کان رمضان جا روزا رکندا
ايندا آهيون- ڪڏهن ڪڏهن تہ آءٌ رمضان کان هڪ
مهينو اڳي روزا رکندو آهيان. آءٌ روزو رکڻ هميشہ
پسند ڪندو آهيان جو انهيء ڪري نفس کي روڪڻ
جي چڱي استعمال ٿئي ٿي. نماز ڪوشش ڪري
پوري وقت تي پڙهان مگر جي ضروري سرڪاري

ڪم هوندا جنهن جو واقعي انتظار رهندو آهي يا گشت ۾ هوندو آهيان يا ڪو ماڻهو ويٺو هوندو آهي ته هڪدم نماز تي نه ويندو آهيان - جڏهن واندو ٿيندو آهيان تڏهن پڙهندو آهيان. انهيءَ ڪري بعضي سانجهين ۽ سمهاڻين جي نماز گڏي پڙهان ۽ بعضي اڳين ۽ وچين جي گڏي پڙهان بعضي قضا ڪري پڙهان- مطلب ته نه انتظار ۽ فڪر ۾ نماز پڙهڻ دل چوي نه ڪنهن ٻئي ڪي ڏيکاري پڙهڻ دل چوي ۽ نه ڪنهن ملاقاتي ويٺل يا ڪم واري ماڻهوءَ کي نا اميد يا رنج ڪري ويٺل ڇڏي يا اٿاري نماز پڙهڻ دل چوي موکي اميد ته انهي اخلاق ڪري خدا اهي گناه معاف ڪندو. سفر ۾ يا ٻين وقتن تي جڏهن ظاهري نماز پڙهي سگهندو آهيان تڏهين ويٺي يا هلندي يا هنڌ ۾ ليٽي ٻدلئي دل ۾ نماز پڙهندو آهيان جا نماز مون کي پاڻ وڏيڪ پسند ايندي آهي، سا پوري خيال سان ادا ڪرڻ ۾ ايندي آهي.

مٿي ڏيکاريو اٿم ته ڪتاب پڙهڻ جو شوق گهڻو رهندو اٿم انهيءَ ڪري وقت بوقت پارسي ۽ عربي ۽ اردو ۽ انگريزي ڪتاب ٿورو ٿورو ڪري ڪئي خريد ڪيا اٿم. گهڻا زالن ۽ ٻارن جي پڙهڻ جا لائق آهن، جنمان اخلاقي فائدو حاصل ڪري سگهن ۽ گهڻا وڏن جي پڙهڻ جهڙا. انهيءَ رستي مون گهڻا

ڪتاب گڏ ڪيا آهن. ڪتابن کي پنهنجو خزانو سمجهندو
آهيان ۽ هميشه انهن جي سنڀال ۽ حفاظت ڪندو آهيان
پاڻ جي گهرن ۾ جتي ڪٿي ڪتاب ڏسندو
آهيان ته اُهي پاڻوٽ رکندو آهيان. ننڍي هوندي کان
شوق اهڙو حد هوم جو مونکي ياد آهي ته ٻه ٽي
ڪتاب ٻئي هنڌان چوري ڪري به آندا هوندم جو
انهن جو مضمون تمام چڱو هو ۽ اُهي آسانيءَ سان مونکي
هٿ اچڻ جا نه هوا. ڪي ته وري پنهنجي هٿ سان
نقل ڪيا اٿم. مطلب ته هميشه چڱا چڱا ڪتاب پڙهندو
رهندو آهيان ۽ پيسا خرچي گڏ ڪندو ويندو آهيان.
ڪتابن پڙهڻ جي شوق مان ڪتابن لکڻ جو شوق
پيدا ٿيو، جو پڻ ننڍي هوندي کان رهيو آهي. ڪاليج
۾ پڙهندي ڪي ڪتاب لکيم. اسڪول ۾ پڙهندي
ڪي ڪتاب لکيم. ڪاليج ڇڏڻ کان پوءِ ۽ نوڪري
ڪرڻ کان اڳي ڪي ڪتاب لکيم. نوڪريءَ منجهه
جتي ڪٿي پي ڪتاب لکيم. هيستائين مڙيئي پنجاهه
کن ڪتاب لکيا اٿم. ڪي اصل جوڙيل ۽ ڪي ترجمان.
ڪي ڪتاب تعليم کاتي ورتا جنهن لاءِ انعام به ڏنو
اٿن ۽ ڪي ٻين ڇاپايا آهن جي تعليم کاتي خريد ڪري
ورتا آهن. ڪتابن لکڻ ۾ مون ڪو وقت اصل ضايع
ڪونه ڪيو. جڏهن ڪڏهن ڪو وقت ٿورو يا گهڻو
بچندو هئي ته ماٺ ڪري وهڻ يا ٻي ڪ ڪرڻ جي
بدران ٻه ٽي اکر لکي ويندو آهيان. اڪثر اسر جو

ٻهجڻ ۽ قرآن ۽ حديث وغيره پڙهڻ کان پوءِ اڌ ڪلاڪ
يا ڪلاڪ ڪتاب لکندو آهيان. اهڙيڪري اڪثر
هڪڙوئي ڪتاب گهڻا ڏينهن ڪاٽي ويندو. هميشه
ڪتاب شروع ڪرڻ مهل بسم الله سان شروع ڪندو
آهيان. بعضي وڏو ڪتاب هوندو آهي جو پڙهڻ شروع
ڪريان يا لکڻ شروع ڪريان ته دل ۾ اچي ته هي الاجي
پورو ڪري سگهان يا نه. مگر هميشه جي عادت موافق
ذرو ذرو ڪري پڙهندو يا لکندو وڃان ۽ خدا جي
مهربانيءَ سان نيٺ پورو ڪري ڇڏيان. اهو ڪتابن
لکڻ جو شوق نالي يا مشهورائيءَ جي لاءِ نه ڪندو
آهيان جو خدا جي مهربانيءَ سان اهو نالو اڳيئي آهي.
نڪي پيسن پيدا ڪرڻ لاءِ، ڇا لاءِ جو ڇاپ وارن کي
سواءِ وڻڻ ڪنهن پيسي جي ڏيندو آهيان. ٽي مطلب
هوندا آهن، هڪڙو ته اهو جو خالي وقت ۾ هڪڙي
چڱي مشغولي رهندي آهي ۽ وقت اجايو نه ويندو
آهي ۽ مشغولي نه هوندي آهي ته اڪثر اجايا خيال
ڪرڻا پوندا آهن تنهنڪان ماڻهو بچي وڃي ٿو. ٻيو اهو
ته ڪتابن لکڻ لاءِ ڪتاب چڱي غور سان پڙهڻا ٿا
پون، جنهنڪري علميت ۽ ماٻو وڌي ٿو ۽ ماڻهو پاڻ
بهتر ٿو ٿئي ۽ ٽيون اهو ته ڪتابن لکڻ مان ٻين ماڻهن
کي فائدي رسڻ يا رسائڻ جو وجهه آهي. ماڻهو پاڻ
ڪٿي ٿورو ئي ڄاڻندو هوندو، ته به ڪي اهڙا به پيا ماڻهو
هوندا جي انهي مان به فائدو وٺي سگهندا ۽ جيڪي

هڪڙي ڪي خدا ڏنو آهي تنهنڪري هنڪي پنهنجن هم جنسن ۽ هم قومن کي به شريڪ ڪرڻ حق آهي.

اسان سينيءَ پائن ڪي عمدي طعام يا گهڻي کائڻ جو شوق نه رهيو آهي - ننڍي هوندي کان سادي ماني کائڻ تي هريل رهيا آهيون ۽ هميشه چڱي ۽ سٺيءَ ۽ مکاف طعام کان سادو کاڌو وڌيڪ پسند ڪندا آهيون ۽ اشتها بس پوري پني رهندي آهي، تنهن ڪري تورو کائيندا آهيون - اڪثر مهل تي ماني کائيندا آهيون پر جي ڪنهن سبب ڪري وقت نه ملي يا ماني نه ملي ته گهڻي پروا نه ڪندا آهيون. هڪڙي ٻن وقتن جي مانيءَ نه کائڻ کان سواءِ به گذاري ويندا آهيون - بک ۽ ٻي تڪليف آسانيءَ سان سهي ويندا آهيون - ننڍي هوندي کان پنڌ جي استعمال اٿئون ۽ اٿن ڏهن ڪوهن تائين شوق سان پنڌ ڪيو هوندوسين هاڻي ته جيتوڻيڪ پوري ۽ ضعيفي آهي تڏهن به ڪاهي پنڌ پوندا آهيون پر سگهڙائي تڪڙي پوندا آهيون - اسانکي گوشت کائڻ اهڙو پسند نه ايندو آهي مگر ڀاڄي يا ميوو گهڻو وڻندو آهي - خاص مونکي ته ترڪاري ۽ ميوو نهايت گهڻو پسند هوندو آهي - جي گوشت هجي ته به جيڪر انهي کي ڇڏي ڏيو کان - پکي کهي کائڻ به مونکي پسند نه اچي - انهي ڪري شڪار اصل ڪين ڪريان - جانورن ۽ پکين تي مونکي گهڻو قياس ايندو آهي تنهنڪري انهنکي کهڻ ۽ کائڻ دل نه

چوندي آهي جيتوڻيڪ اهي خدا تعاليٰ حلال ڪري ڏنا آهن. اسين سڀ هٿن سان کائيندا آهيون ليڪن ڏهن ٻارهن ورهن کان ڪانٽي ڇريءَ سان کائڻ جي عادت ڪئي اٿم. ادو مرزا جعفرقلي ته اڪثر انهن سان کائيندو هو مگر اسانوٽ پنهنجي زال ۽ ٻارن ٻچن جي روبرو هٿن سان کائيندو هو. پاڻيءَ جي صفائي مونکي گهڻي رهندي آهي. جي پاڻي صاف نه هوندو آهي يا گلاس خراب هوندو آهي ته اهو پاڻي اصل نه پيئندو آهيان. ڏاڙ ڪاڏو ڪيڏي پنهنجي رڪابيءَ ۾ وجهي کائڻ مونکي پسند ايندو آهي. ساڳئي ٿالهه ۾ ٻين سان گڏجي کائڻ مونکي اهڙو پسند نه ايندو آهي لاچار کائيندو آهيان. جاءِ ضرور جي صفائيءَ جي به مونکي هميشه ڳڻتي رهندي آهي. جاءِ ضرور خراب هوندو آهي ته آءٌ بي آرام رهندو آهيان. حقي يا چروٽ يا ٻي طرح تماڪ ڇڪڻ جي اسان مان ڪنهن کي عادت ڪانه هئي. ادو اجفقلي ٻهاڙي وڏن ڏينهن ۾ حقو ڇڪيندو هو ۽ ڪڏهن ته چروٽ به ڇڪيندو هو ۽ ادو حيدرقلي به ائين ڪندو هو. ادو جعفرقلي به ڪڏهن ڪڏهن سگار ڇڪيندو هو. بابو ۽ امان ته حقو ڇڪيندا هوا ۽ ادي وڏي به ڇڪيندي آهي.

اسان سڀني جي ماءُ پيءُ سان گهڻي محبت هوندي هئي ۽ پنهنجي ڀاڻيُر به گهڻي محبت رهندي آئي آهي ۽ ماءُ پيءُ جي بـ اسان سان گهڻي محبت هوندي

هئي. اها ڳالهه آس پاس مشهور هئي ۽ آهي ۽ اهڙي
محبت پئي ڪنهن گهر ۾ ٿوري هوندي. گهرڻي
احوال پڙهڻ مان بہ اها ڳالهه معلوم ٿي سگهندي.
مونکي ياد آهي تہ ننڍي هوندي، خاص بابي جي
وفات کان پوءِ اٿڻ صبح جو ننڊ مان اٿي امان کي پيرين
پوندو هوس ۽ هوءَ هميشہ دعائون ڪندي هئي ۽
خوش ٿيندي هئي. ادو مرزا صادقعلي بہ ائين ڪندو
هو. اڪثر هن جي مرضيءَ ۾ رهندا هواسين ۽ هن
کي رنج نہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هواسين. وري
جيڪي ننڍا ڀاءُ هواسين سي هميشہ وڏن ڀائن جي
ادب ۾ رهندا هواسين. پنهنجن زالن ۽ اولاد سان بہ
انهن جي محبت گهڻي رهي آهي ۽ هميشہ انهنجي
تعليم ۽ اخلاق لاءِ ڪوشش ڪندڙ رهندا آهيون. ننڍي
هوندي کان وٺي اڄ ۽ زال هميشہ ٻارنکي سچ ڳالهائڻ
۽ ڪوڙ نہ ڳالهائڻ ۽ اجائي سجائي لفظ واتان نہ ڪڍڻ
جو تاڪيد ڪندا آهيون جنهنڪري اها اميد آهي تہ
هننکي انهي جي عادت پئي وئي آهي ۽ هرروز شام
جو خدا کان دعا گهري پوءِ وڃي سمهڻ جي عادت
وڌي اٿئون. وڏيرڙي ٿيڻ تي نماز ۽ قرآن جو تاڪيد
ڪيو اٿئون ۽ ماني کائڻ مهل بسم الله ڪرڻ سيکاريو
اٿئون. منهنجي پنهنجي اولاد سان محبت گهڻي آهي
ليڪن هڪدم اهڙي ظاهر نہ ڪندو آهيان جنهنڪري
هو مونسان گستاخ ٿي پون جيئن ڪيترن پئن کي ڏنو

اتم ته ماڻهن ۾ هنن جا يار هنن سان گستاخ رهندا آهن ۽ هنن کي هلاڪ ڪندا آهن. گهر ۾ ٻارن کي محبت گهڻي ڏيندو آهيان ۽ ٻاهر ماڻهن جي اڳيان گهڻي. محبت ظاهر نه ڪندو آهيان بلڪ هنن کي ڇيڀيندو آهيان- آءٌ سمجهان ٿو ته ائين ڪرڻ وڌيڪ بهتر آهي.

جيڪي غريب مائٽ آهن تن کي مدد ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان ۽ پنهنجي مال ۽ ملڪيت ۾ انهن جو ٿوري پنهنجن ٻارن جي ٻارن جو حق سمجهندو آهيان- پيرن سان نه منهنجي خاص گهڻي محبت رهي آهي- ادي وڏيءَ سان ننڍي هوندي کانوني گستاخ رهيو آهيان ۽ هن کي ماءُ وانگي سمجهندو آهيان ۽ ادي ننڍيءَ سان خاص منهنجي گهڻي محبت رهي آهي ۽ سندس شاديءَ کان اڳي اها منهنجي هرطرح سنڀال ڪندي هئي. آءٌ هميشه ڪيس ڏاڍي ڪري سڏيندو آهيان.

پنهنجي شاديءَ جي نسبت مون مٿي ذڪر ڪيو آهي. پهرين آءٌ شادي ڪرڻ جي برخلاف هوس ۽ ڇڙو ۽ آزاد رهڻ پسند ڪندو هوس پوءِ درجي بدرجي اهو خيال وسريو- سيئي حالتن ۾ رهي ڏٺو اتم. انهن تي خيال ڪري شاديءَ جي نسبت ۾ منهنجي راءِ اها آهي ته جي ڪو خاص اعتراض نه هجي ته ڇڙي رهڻ کان شادي ڪرڻ چڱي آهي جو انهيڪري دنيا ۾ ماڻهوءَ جو وقت بهتر گذري ٿو ۽ دل جا خيال به

چڱا رهن ٿا - انهن کان سواءِ مسلماني حڪم به پورو ٿئي ٿو - جي عزيزن ۽ همجنسن ۾ ڪا لائق ڳالهه هجي ته اها سڀ کان بهتر چاڪاڻ جو انهي کي خير خواهي زياده رهندي، پر جي نه هجي ته پوءِ ڌارين مان شادي ڪرڻ گهرجي ۽ ڪوشش ڪري وڏو ۽ سڌريل گهر هٿ ڪجي - ڪوشش هميشه اها ڪرڻ گهرجي ته اهڙي حسين ۽ نيڪ ۽ وڏ گهراڻي ۽ دولتمند ڳالهه گهر ۾ اچي جنهنڪري گهر به سڌري ماڻهو پاڻ به سڌري ۽ اولاد به بهتر ۽ سڌريل پيدا ٿئي ۽ انهي شاديءَ ڪري ماڻهن ۾ عزت به زياده ٿئي - شادي ڪرڻ جي وهي آهي بلوغت جي عمر، بلڪ هڪ ورهه اڳي - ڇا پٽ جي لاءِ ۽ ڇا ڌيءَ جي لاءِ - منهنجي سيني کي صلاح آهي ته پاڻ تي فرض ڪري ڇڏين ته ٻار بالغ ٿيڻ تي اچي يا ٿئي ته هڪدم سندس شاديءَ جو بندوبست ڪجي - هڪڙو ته ڇوڪر جو خيال جمع رهندو ۽ ٻيڏي هوڏي جوانيءَ جي لڇائي ڪرڻ جو وجهه نه ملندس ۽ گهڻين بڇڙين عادتن کان بچيل رهندو جي انهي وقت ۾ خراب عادت پيس ۽ ڪريو ته پوءِ عمر ساريءَ ۾ خوف رهندس. ٻيو ته جوانيءَ جي شروع کان ڳالهه مڙس جو جي پاڻ ۾ محبت جو بنياد پوندو ته اها محبت هميشه وڃي ۽ ٻيريءَ تائين جٽاءُ ڪندي - ٽيون ته جلد اولاد ٿيندن ۽ گهڻو امڪان آهي ته سندن حياتيءَ ۾ هڪڙو يا گهڻا ايڏيءَ عمر جا ٿيندا جنکي پڙهنجي

مرضيءَ موجب تعليم ڏيئي لائق ڪري سگهندا ۽ مرڻ
مهل هڪڙو يا گهڻا وڏي عمر ۾ لائق پٽ ڇڏي ويندا
جي ڪاڻ پوءِ گهر جي زال جي يا ننڍن جي پوري
طرح سنڀال ڪري سگهندا. انهن نه ٿيندو ته ننڍڙا ٻار
ڇڙٻي ٻاڙ مري ويندو. آهي ته سڀ خدا جي اختيار
ليڪن عقل جي ڪري انهن جو گهٽ امڪان آهي -
بابي ۽ امان مرحوم جو مثال چڱو آهي اسان جي لاءِ.
ڌين جي نسبت ۾ به منهنجي اها راءِ آهي ته جي
پنهنجن عزيزن خويشن ۾ لائق ڇوڪر هجي ته بلوغت
وقت انهيءَ سان ڌيءَ جي شادي ڪرڻ بهتر آهي -
پوءِ جهڙو ڌيءَ کي ٿهڙو انهي ڇوڪر جي پنهنجي
اولاد وانگي سنڀال ڪجي ۽ جي پنهنجن ۾ اهڙو
ڇوڪر لائق نه هجي ته پوءِ ڌارين ۾ جيترو وڏو گهر
۽ نيڪ ۽ سڌريل گهر ۽ عزت آبرو وارو گهر ۽ سکيو ۽
دولتمند گهر ملي سگهي اوترو چڱو ۽ انهي سان
بندوبست ڪرڻ ۾ بلڪل عيب نه ڄاڻجي. انهي بندوبست
ٻنهي هوندي ڪرڻ مان اهو فائدو ٿيندو ته ٻالڪان
پوءِ ٻار ٻچا ٻين جي حوالي نه ڇڏي ويندو. پوءِ الاجي
ڪهڙو بندوبست ٿئي ۽ ڇا حالت پيش اچي. اگرچه
آهي سڀ خدا جي اختيار. زال هميشه هڪڙي پرڻجڻ
گهرجي - ٻي ڪڏهن به عذر تي پرڻجڻ اجايو آهي. اولاد
جي عذر تي پرڻجڻ به جهل آهي - سچ آهي ته اولاد
جڏهن ٿئي ٿو تڏهن پيارو لڳي ٿو پر اولاد انهن کي

ضروري آهي جي ڪاوڙي بادشاهي يا راڄ يا ڪارخانو چڏي وڃن ۽ سمجهن ته ڪو پشت به پشت انهن کي هلائيندو اچي جنهن مان خلق کي فائدو پيو رسندو. نت اولاد جي نه هجڻ ڪري پيڙهي بعد تي ويئي ته چا ٿيو. لڪين هزارين شاهي خاندان ۽ اوليائن جون پيڙهيون بيهي ويون آهن ڪي به ڪين ٿيو آهي. رئيس مرحوم به هڪڙو گهر پرڻيو اگرچ الهي زماني ۾ گهڻن گهرن پرڻجڻ ۽ سريتن رکڻ جو عام دستور هو ۽ ناني کي به ٽي چار گهر هوا. تڏهن به رئيس مرحوم هڪڙو گهر پرڻيو جنهنسان پڇاڙيءَ تائين محبت وکيائون جي گهڻا گهر هجنس ها ته گهڻو اولاد ٿئي ها ۽ ماٽيجن پٽن ۽ ڌين جو هميشه پاڻ ۾ نفاق رهي ٿو. پر خدا ڪيو ته اسان ۾ اهڙي حالت ڪانه ٿي. آزمودي مان بون معلوم ڪيو آهي ته اسان ۾ نفساني خواهش يا شهوت رواجي حالت کان زياده زورواري آهي ۽ حسن ۽ عشق جو اسانجي دلين تي زياده اثر ٿئي ٿو. پر خدا جي مهربانيءَ سان حيا ۽ شرم ۽ ننگ ناموس جي نظر ۽ لنڊي هوندي جي تعليم ۽ ڪچيءَ کان چڱيون عادتون دامنگير رهيون آهن ۽ اسان کي روڪيو آيون آهن ۽ جي جوانيءَ ۾ ڪڏهن ڪا اجائي هلت ڪٺي ڪئي هوندي سين ته ٻي اهڙي طرح ۽ اهڙي ريت جو حيا ۽ شرم جي نظر رکي ويئي هوندي ۽ عزت ۽ آبرو جي خبرداري ڪئي ويئي هوندي. پر اڪثر انهي

نظر ڪري ڪو اهڙو ڪم نه ڪيو ويو هوندو اگرچ نفس به زور لاتو هوندو ۽ وجهه به چڱو مليو هوندو. نوڪريءَ ۽ چڙائي جي ڏينهن ۾ جڏهن اهڙا وجهه گهڻا ملن ٿا تڏهن مولکي اهڙا ئي وقت ياد آهن:-

هڪڙي زميندار جي جوان زال کي دل ۾ بدخيال پيدا ٿيا. مون ڏي پيغام ۽ خط موڪلڻ لڳي ۽ اگرچ آءٌ روڪيندو هوس ته به نٿي رهي ۽ مون کي پيغامن سان هرطرح حرصائيندي رهي ۽ اگرچ دل ڪڏهن ڪڏهن راضي ٿي پوندي هئي تڏهن به گهڻن ڳالهين جي نظر تي، مون پاڻ کي روڪي ڇڏيو ۽ اها ڪوشش ٻن ٽن ورهن تائين برابر هلي. ٻئي هنڌ به ساڳي اهڙي امتحان ۾ پاس ٿيس ۽ ٽئين ڀيري ته انهي کان به وڌيڪ مشڪل امتحان ٿيو. هڪڙيءَ منزل تي هڪڙي نامر آبروءَ واري شخص جي گهر جي جوان زال اڌ رات جو منهنجي تنبوءَ ۾ گهڙي اچي منهنجي کٽولي تي ويٺي جڏهن جاڳيس تڏهن حال معلوم ڪري گهڻا خيال ڇڏيم. شيطان سان گهڻي جنگ ڪاڌيم آخر هن اشراف شخص جي عزت جي نظر ۽ حيا ۽ شرم زور ورتو ۽ هن زال کي آرام سان نصيحت ڪري ۽ سندس مائٽن جي عزت ياد ڏياري پاڻ کان نااميد ڪري گهر پهچايم. انهي مان مطلب منهنجو اهو آهي ته ڪڇيءَ کان حيا ۽ شرم ۽ چڱيون عادتون وڏي هوندي نفس کي گهڻو روڪين ٿيون اگرچ شايد اها روڪ گهڻي تائين نه هلي سگهندي

تنهن ڪري جلد علاج ڪرڻ گهرجي ۽ عين جواني ۽ بلوغت جي وقت ۾ شادي ڪرڻ گهرجي. اسان ۾ عشق ۽ حسن ۽ محبت جي اثر زياده هئڻ جو سبب هو جنهن ڪري شعر ۽ راڳ پسند ايندو آهي ۽ انجو دل تي عجيب اثر ٿيندو آهي ۽ انهي هوندي به پاڻ کي روڪڻ جي ڪوشش تعريف جوڳي آهي ۽ انهي لاءِ خدا جو شڪرانو آهي نه جيڪر حالت تمام خراب ٿي وڃي ها.

پنهنجي نسبت ۾ مون مٿي ڏيکاريو آهي ته ننڍي هوندي کان مون کي راند جو شوق ڪونه هوندو هو. اڪثر ڪتابن لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ مشغول رهندو هوس. شڪار جو به شوق ڪونه هوندو هو. نوڪري وٺڻ کان پوءِ ٽالي جي لاءِ بندوق مسٽر پارومل کان اسي روپيه ورتيم تنهن سان ڪڏهن شڪار ڪندو هوس. هڪڙي پيري ٽڪ هڻندي بندوق اوچتو ڇٽي ويئي ۽ گهوڙو پنهنجي هٿي سڄي پاسي جي ڳل ۾ ٽنگ ڪري ويو ۽ زخم ٿي پيو جو مس مس ڇٽو ۽ اهو نشان اڃا بيٺو اهي. تنهن کان پوءِ بندوق جي استعمال کان نفرت پيدا ٿيڻ لڳي. اڪثر بندوقن مان اهڙا خراب اتفاق ٿيا آهن. ادي مرزا صادقعلي شڪار پور ۾ اتفاق سان پنهنجي ڳچيءَ جو هڏو ڀڃي وڌو جو پوءِ مشڪل سان ڳنڍيو ويو. ادي مرزا جعفرعلي حيدرآباد ۾ هڪڙي جوڪري کي شڪار ڪندي ڦٽي

وڏو جو ٻوءِ مشڪل سان هن کي ڇڏايو ويو ۽ راضي ڪيو ويو. تنهن ڪان سواءِ مون کي جانورن تي گهڻو قياس ايندو آهي. جهڙو انسان کي تهڙو حيوان کي ساهه پيارو آهي ۽ اسان وانگي هننکي ٻه نر ۽ ماديون ۽ ٻچا آهن جن سان هنن جو پيار رهي ٿو. انهن کي مارڻ قياس کان ٻاهر آهي. سچ آهي ته انسان جي ڪاڌي ۽ سڪ لاءِ هو ڪم اچڻ گهرجن پر نه انسان جي خوشي ۽ چرچي لاءِ. البت جيڪڏهن ماڻهو ڪنهن اهڙي جهنگ ۾ هجي جتي گذر ڪرڻ يا ڪاڌو هٿ ڪرڻ مشڪل هجي ته اتي بيشڪ جانور يا پکي ماري قوت گذران ڪري پر ايترا ماري جيترا ڪم اچي سگهيس نه وڌيڪ. پر نه ڪاڌي موجود هوندي تماشي جي لاءِ بندوق کڻي هزارين پکي ۽ جانور ماريندو وڃي جي پيا رلن. هي ڳالهه بلڪل قياس کان ٻاهر آهي ۽ اسراف ۾ داخل آهي ۽ اسراف ڪندڙ شيطان ناهن ته شيطان جا ڀاءُ آهن. سچ آهي ته ڪي جانور ايذا يا نقصان رسائڻ وارا آهن سي مارڻ سان گهٽ ٿين ٿا ۽ تنهن ڪري جڻ ته ايذا گهٽ ٿئي ٿو پر اڪثر جانور ڪڏهن ڪري ٻاٺهي ايذا ڪونه ٿو پهچائي. جڏهن پنهنجي جان جو ڀؤ ٿو ٿئين تڏهن ساهه بچائڻ لاءِ ايذا ٿا پهچائين. اهڙي صورت ۾ انهي ايذا رسائڻ جي ڪري به هنن تي چڙڻ يا هنن کي ماري ناس ڪرڻ نه گهرجي. البت جيڪو شينهن يا بگهڙ يا اهڙو ڪو ٻيو

خوفناڪ جانور اهڙو هري جو ڪاهه ڪري ماڻهو يا
ماڻهن جو مال زيان ڪري ته انهي کي بيشڪ مارڻ
گهرجي. بعضي جيتن ۽ جانورن تي مون کي اهڙو قياس
آيو هوندو جو انهجي جان بچائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي
هونديم. هڪڙي پيري هڪڙو جيئرو ڪڇون جهنگ
۾ ٻيل ڏسي مون کي ڏاڍو قياس آيو. ماڻهن جي
هٿان کڻائي ڪوهه ٻن پنڌ تي هڪڙو ٻورو پاڻيءَ جو
هو تنهن ۾ وجهايم. ڪبوليون يا پيا جيت قاتل يا
مرندا ڏسي انهن کي ڪڍيو هوندم. انهي قياس
ڪري مون کي ڪنهن به حلال يا حرام جانور يا پکي
کي مارڻ يا شڪار ڪرڻ دل نه چوندي آهي، نه
اهڙي وقت حاضر رهڻ دل چوندي آهي. هٿن سان
ڪڏهن ڪنهن ساهه واريءَ شيءِ کي ڪٺو نه هوندم.
بلڪ وڇون ڏسي به اڇلائي ڇڏيو هوندم. ماريو يا
مارايو نه هوندم.

سرڪاري نوڪري ڪوشش ڪري ايمانداريءَ سان
ڪندو آهيان. سرڪاري حڪمن جي تعميل به ڪندو
آهيان ۽ رعيت تي انصاف ۽ مهربانيءَ جي نظر به رکندو
آهيان. سرڪاري قاعدو ڪهڙو به سخت هوندو تب
تعميل ڪرڻ واري تي گهڻو تعلق آهي نرمي ڪندو
ته نرم ٿيندو سختي ڪندو ته سخت ٿيندو. اهڙو
رستو بيشڪ ورتو سگهجي جنهن ڪري حڪم جي
تعميل به ٿئي ۽ ٻئي کي تڪليف به نه رسي. سرڪاري

نوڪريءَ ۾ ڪنهن سان وير يا دشمني يا ڪنهن سان خاص دوستي ڪانہ رکندو آهيان. سڀ کي مناسب عزت آبرو ڏيندو آهيان. جتي غصي ڏيکارڻ جو ضرور ٿيندو آهي اتي غصو ڏيکاريندو آهيان. معافي گهرڻ تي اڪثر معافي ڏني هوندي. جي ڪنهن خود مونجي بر خلاف نامناسب هلت ڪئي هوندي تہ انهي ڪري وير رکي هن کي خراب نہ ڪيو هوندم نہ هن کي ڪو نقصان رسايو هوندم. ڪنهن کي گارگند نہ ڏني هوندي ۽ اجايو سجايو چڙ ۾ بہ نہ ڳالهايو هوندم. جي اتفاق سان گهٽي چڙ ۾ بي عقل يا بدمعاش چيو هوندم تہ پوءِ پشيمان ٿيو هوندس جي اتفاق سان ڪنهن کي ڌڪ هنيو هوندم تہ بيشڪ گهڻو پشيمان ٿيو هوندس ۽ ڪو عذر ڪري انهي ماڻهوءَ کي وري ٻاڻ وت آڻي هن سان تلافي ڪئي هوندي يا ٻي ڪا مهرباني ڪئي هوندي. معاملي ۾ ٻڌي کي سزا ڏني هوندي تہ قياس سان ڏني هوندي. سرڪاري نوڪري ۾ رشوت ڪان هميشہ پاسي رهيو آهي ۽ خدا جي مهربانيءَ سان انهي ايمانداريءَ ۽ سچائيءَ ڪري آءٌ يا منهنجا پيا پاڻ مشهور آهيون. هميشہ اها نظر رکندا آهيون تہ جتي منزل ٿئي اتي اسان جو عملو يا اتي اسان جا زيردست يا اسان جا نوڪر غريبن کي ايذا يا تڪليف نہ ڪن. انهي جي نظر جيتري ٿي سگهي آهي اوتري رکندا آهيون. جيڪو ڪم وارو ايندو

آهي انهي جيترو جلد تي سگهندو آهي اوترو
جلد کم لهرائي روانو ڪندو آهيان. حال احوال جيڪو
وٺو هوندو آهي، تہ سو وٺندو آهيان. جيڪا مدد
سرڪاري يا خانگي طرح تي سگهندي آهي سا ڏيندو
آهيان. تمام غريب ماڻهو هوندو آهي تہ انهي جي
نظر رکندو آهيان. اڪثر فقير ۽ درويش ايندا آهن
تہ انهن سان تور، تائين ويهي صحبت ڪندو آهيان
جدهن ڪري هو خوش تي ويندا آهن. جيڪي فقير
پنڻ لاءِ ايندا آهن تن کي سواءِ چپٽيءَ يا ڪرڪڻ جي
جيڪي پڇي سگهندو آهي سو ڏيئي روانو ڪندو آهيان
اگرچ ڪي تڪرار ۽ بحث ڪندا آهن تب ڪوشش ڪري
چڙندو نہ آهيان. ڪو مهمان ايندو آهي گهر ۾ خواہ گشت ۾
تہ گهڻو خوش ٿيندو آهيان ۽ هميشہ اهو انتظار رهندو
اٿم تہ ڀورين هنکي سکيو ڪجي پوءِ پاڻ تجي- گهر ۾
زال کي بہ هميشہ اهو تاڪيد ڪندو آهيان- ڀي مهلو
مهمان ايندو آهي تہ ڀورين پنهنجي ماني بہ انهي کي
ڏيسان پوءِ آڻ کان- مهمان جي هميشہ مونکي گهڻي
گهٽي رهندي آهي- ڪڏهنجو بہ مهمان هجي تہ انجي
سعيال پنهنجي ذمي ڪرڻ گهرندو آهيان- اها خوشي
رهندي آهي تہ ڪو اهڙو بندوبست رهي جو هميشہ
مهمان پيا اچن ۽ وڃن. ايراني يا عرب يا ٻاهر جا ماڻهو
خيرات لاءِ ايندا آهن تہ انهنجي زياده آبرو رکندو
آهيان. ڪوشش ڪري انهنکي خوش ڪري روانو ڪندو

آهيان - تي سگهندو آهي تہ انهنجا ناز بہ کڻندو آهيان ۽ ڪاوڙ بہ کڻندو آهيان - بہ ڇڙا وڙهندا ڏسندو يا ٻڌندو آهيان تہ منهنجي دل جو ميل هميشہ هيڻي جي ٻاسي هوندو آهي پوءِ کهڙي بہ قسم جو معاملو هجي ۽ ڪرڻ ۽ هارائڻ واري لاءِ گهڻو ارمان ڪندو آهيان دل جي مرضي انهي حد تي آهي جو ٻين ڌارين جي گهر قضيہ تيرڻ ڪري آءٌ پاڻ رئندو آهيان ۽ ٻين جو غم وارو احوال ٻڌي رئڻ ايندو آهي انهي سبب ڪري هميشہ موت کي حاضر ڄاڻندو ۽ اڪثر انکي ياد ڪندو آهيان - سڀڪنهن نماز کان پوءِ دعا گهرڻ بعد موت کي ياد ڪري خدا کان پناهہ گهرندو آهيان. انهيڪري کي چوندا آهن تہ ماڻهو هميشہ موڳو ۽ ڪم همت رهي ٿو مگر عادت ڪرڻ کان پوءِ رواجي کہ ڪار چڱي طرح هلي ٿو ۽ خدا جو ڊپ زياده رهي ٿو ۽ ماڻهو ٿوري بدي ۽ گهڻي نيڪي ڪري سگهي ٿو - خدا دنيا جي طمع گهڻي نہ ڏني آهي - عزت آبرو برابر خدا کان گهرندو آهيان ليڪن وڏي عهدي ۽ وڏي لقب ۽ وڏي نالي حاصل ڪرڻ لاءِ بلڪل دلہ گهڻي خواهش ڪانہ رکندو آهيان - سرڪاري يا خانگي ڪم ايمانداريءَ سان فرض سمجهي ڪندو آهيان - اهو ڪنهن جي ڏيان تي اچي يا نہ انهنجي پڇتي ڪانہ رکندو آهيان - ائين نہ ڪندو آهيان تہ آهي ڏيکاري يا ٿوري کي گهڻو ٻڌائي بالا آفيسرن جي خوشي حاصل ڪريان

يا تعريف ڪرايان- پيسو برابر گهٽي سچائي ڪم ۾ اچي
تو ۽ دنيائي سک لاءِ تمام ضروري ۽ گهربل آهي ته ٻه ان
جي حاصل ڪرڻ لاءِ خدا کي سوال ڪونه ڪندو آهيان
نڪو متو ماريندو آهيان- جيڪا حالت هوندي آهي
انهي تي بلڪل خوش رهندو آهيان ۽ قناعت ڪندو
آهيان ۽ سمجهندو آهيان ته لائق انهي جو ٻيءَ ناهيان
پر خدا خاص مهرباني ڪري انهي حالت ۾ رکيو آهي
۽ دل ۾ چوندو آهيان ته ٻيا بيشمار ماڻهو آهن جي انهي
حالت کان ٻه گهٽ آهن. تڏهن هاڻ شڪراني ڪرڻ
جي جاءِ آهي ۽ اڪثر هاڻو ڪي حالت ۾ شڪرانو
ڪندو آهيان- جي خدانخواسته ڪو ڏکه يا تڪليف يا
نقصان يا ايذاءُ جو وقت ايندو آهي ته انهي مهل ٻه اهي
خيال ڪري دل کي تسلي ڏيندو آهيان ته نقصان
وڌيڪ ٿيڻو هو پر خدا صاحب جي مهربانيءَ سان ٿورو
ٿيو آهي ۽ شايد انهي نقصان يا ايذاءُ ۾ منهنجو خير ۽
فائدو هو تنهنڪري ائين ٿيو آهي- غيب جي خبر
انسان کي ڪٿي نه سگهندي آهي- خدا تعاليٰ کي سڀ
خبر آهي- اهو ڀاڻ چڱو آهي ۽ جيڪي ڪندو هوندو
سو سڀ چڱو هوندو."



## (١٠) ميرزا صاحب جي شاعري ۽ شعر

حافظ شيرازي عليہ الرحمہ فرمايو آهي :-

از رقيبت دلم نيافت خلاص
مثل القاص لايحب القاص

معنيٰ :- ”تنهنجي طلبگارن منهنجي جند نہ ڇٽي ۔ پهاڪو آهي ، تہ فقير فقير کي نہ سهي“ ۔

انهيءَ وانگر سنڌ جي ڪن شاعرن جي نظر ۾ ميرزا صاحب مرحوم هڪڙو معمولي شاعر هو ۔ اهڙي راءِ ڏيندڙ شاعرن تي اسين ڪوبہ حرف ڪونہ ٿا رکون ۽ چاڪاڻ جو انهن ميرزا صاحب مرحوم جي ساري شاعري فقط ”سوداءِ خام“ ۾ سمايل سمجهي آهي ، جنهن مڃ ميرزا صاحب مرحوم جي اوائلي وقت جا شعر آهن ۔ ”سوداءِ خام“ ۾ جيڪڏهن شعر جي بيروني فروگذاشتن کي ڇڏي شاعر جي ذهنيت ۽ نڪتہ دانيءَ تي نظر ڪبي تہ ان جا شعر بہ ميرزا صاحب مرحوم کي بلند پايہ شاعر ثابت ڪن ٿا ۔

جيئن تي سگهيو ، اونرو اسين ميرزا صاحب مرحوم جي شاعريءَ ۽ شعر جو ڪشادو بيان ڏينداسون بوءِ فتوا پڙهندڙن تي ڇڏينداسون ، تہ ميرزا صاحب مرحوم ڪهڙي پايہ جو شاعر هو ۔ اهو بيان اسين هيٺين عنوانن هيٺ ڏينداسون :-

(١) پنهنجي شاعريءَ بابت پاڻ (٢) شاعريءَ جي وصف ۽ بـاراتي شاعري (٣) شاعريءَ جي ترقي جا

اسباب (۴) شعر جا قسم (الف) علم عروض جي قاعدن تي شعر (ب) علم موسيقي جي قاعدن تي شعر (۵) عروضي شعر جا قسم (الف) وزن ۽ ترتيب جي مد نظر تي:-

(١) مصرع (٢) بيت (٣) فرد (۴) غزل (۵) قصيدو (٦) قطعه (٧) مثنوي (٨) رباعي (٩) مثلث (١٠) مربع (١١) مخمس (١٢) مسدس (١٣) ترجيع بند (١۴) ترڪيب بند (١۵ مستزاد (ب) مضمون ۽ فن جي مد نظر تي:- (١) تضمين (٢) ترجمو (٣) مناجات (۴) نعت (۵) منقبت (٦) واسوخت (٧) سهرو (٨) مرثيه (٩) تاريخ (١٠) معما يا ڳجهارت (١١) مدح (١٢) هجو (١٣) هزل.

(٦) موسيقي قاعدن تي شعر جا قسم:- (١) ڏوهيڙو (٢) نمري (٣) وائي (۴) ڪافي (۵) مولود (٦) مداح.

(٧) شعر جي نزاڪت ۽ سينگار:- (١) قافيه ۽ رديف (٢) فصاحت ۽ بلاغت.

(الف) علم بيان:- (١) تشبيهه (٢) مجاز (٣) ڪنايه (۴) استعاره (۵) اصطلاح (٦) پهاڪو

(ب) علم بديع:- (١) لفظي صنعتون ۽ معنوي صنعتون.

(٨) ميرزا صاحب جا تاهيل نظمي ڪتاب:- (١) سوداء خام (٢) ديوان قليچ (٣) گلشن راز (۴) موتين جي ڏبلي (۵) چندن هار ............

## (ا) پنهنجي شاعريءَ بابت پاڻ.

هت اسين ميرزا صاحب مرحوم جا ٻه ٽي ڪلام
لکون ٿا، جنهان معلوم ٿيندو، ته هو شاعريءَ کي
پنهنجو مائٽاڻو ورثو ڄاڻندو هو ۽ کيس پنهنجي شاعراڻي
لياقت جو پورو پورو احساس هو.

( ١ )

ڀورين هو شعر چيو عبدالواسع جبلي
مڇ هرات آيو ۽ دهقان اصل هو گرجي
شاهه بهرام ۽ مسعود ۽ سنجر سلطان
ڪئي نوازش، ٿيو استاد سخن جو بنجي
منهنجو والد به هو گرجي، آيو ايران منجهان
گرجي ائين آءٌ به ٿيس، ٿيس جڏهن هت سنڌي
شعر سنڌي چيو مون فارسي ۽ هندي ۾
گرچه والد بنان ڪنهن شخص نوازش نه ڪئي
شاعرن جو منکي ماڻهو مڃڻ ٿي استاد سڏين
پاڻ گرچه لياقت نه ڏسان ٿو آءٌ ڪي
نثر ۽ نظم ۾ تصنيف ڪيم ڪيئي ڪتاب
سنڌ ۾ سيکو سڀاڻي ٿو، ٻهر هند ۾ پيي
فخر ڪر ڪين قليچ ان تي، رکج شغل اهو
شڪر ڪر رب جو ۽ پي ماءُ جو، جن اهڙو ڪيئي
(ديوان قليچ غزل ٣٣٨)

( ٢ )

ڪر شڪايت شاعرن جي ڪين تون اي بي هنر
سڏ نہ ڪوڙو تنکي، حق جا سي سدا پيغامبر
ڏس تہ اوڙهان جا سڏجن تلاميذ اصل ڪان
۽ نبين ۽ وليون ڪان ملي آن خوش خبر
شعر معدي وانگي تيو لفظن جي پردي ۾ لڪل
شعر آهي سچ، رکي تو پوش سو ڪچ جو مگر
جيئن آڪابرين منجهان لکري نصيحت تي سدا
شرع نکري شعر مان رمز ۽ عنايت سان پهر
ڪئن پڌي ها مصطفیٰ حسان بن ثابت جو شعر،
جي بناڪ ۽ ڪوڙ هو اثر ۽ هو اثر خطر؟
نابغہ شاعر جي ڏندن ۽ چپن تي ڪئن دعا
او (صلعم) ڪري ها خمر جي ۽ مهر جي ان تي نظر؟
شعر جي لئي شاعرن کي جي هجي انعام بد
ڪعب شاعر کي ڏئي ها تحفو ڪئن خيرالبشر (صلعم)؟
شاعري عباس ڪئي، حمزه ۽ طلحہ ۽ علي
جعفر ۽ سعد ۽ سعيد ۽ پڻ صحابن بيشتر
شعر جو بيشڪ تون ڪر پيو شغل دائم اي قليچ
جو نندي تو شعر، ناهي آدمي سو، آهي خر.
( ديوان قليچ، غزل ١٠٣ )



جيڪي شاعر حاسدانہ طبيعت سببان ميرزا صاحب
مرحوم کي عمدو شاعر نہ ليکيندا هئا، تن جي گفتارن

جو پڙلاءِ ميرزا صاحب مرحوم جي ڪن ڏاڍين ئي پهتل هوءِ تنهن بابت هو پنهنجي ڪلام ۾ هيٺين طرح فرمائي ٿو:-

قلم منهنجي مان نڪري ٿو سخن خوب
نه دنيا ۾ وڻان سڀ کي تڏهن تو
تيئن سڀ شعر موتي ۽ جواهر
خدا وندا خريدارن کي ڇا ٿيو!

(ديوان قليچ غزل ۲۴۹ مان)

( ۲۰ )

ٿيس آءٌ سنڌ حيدرآباد، هندستان ۾ پيدا
چڱو ٿئي ها، ٿيان ها روم يا ايران ۾ پيدا
هتي جا ماڻهو اڪثر خام، منهنجو قدر ڇا ڄاڻن
ڄمان ها اڳي، ٿيان ها مصر يا يونان ۾ پيدا
وطن آهي برابر هي، لڳي پيارو مونکي بيشڪ
ٿئي البت سدا حب الوطن ايمان ۾ پيدا
آهيان لعل بدخشان، قدر منهنجو ٿئي وطن ۾ ڪين
ٿئي بي قدر هو خود، ٿيو جو عربستان ۾ پيدا
فضيلت سعد ۾ هئي اڳي، وئي سا، ويا جڏهن فاضل
مري ويا مور هنجھ، ٿيا ڪانئرا گهمسان ۾ پيدا
نه ڄاڻن فارسي عربي سنڌي پڙهن پوري سمجهن ڪين،
ريٽن آڏو رباب اهي اور ٿيو ڪفران ۾ پيدا
چون ڪي شعر پڙهي تا، پر نه ڄاڻن قاعدا قانون
ٿين گلشن جا گل هرگز نه خارستان ۾ پيدا

انهيءَ کان ڪين ڄاڻن قدر منهنجو سعد ڄا ماڻهو
ڀلا ڪيئن خيال روحاني ٿين شيطان ۾ پيدا؟
وٺي ٿي حاڪمن کي چاپلوسي پڻ ۽ نيچائي
خوشامد کان خوشي بي حد ٿئي سلطان ۾ پيدا
هڄان ها رومي يا يوناني، منهنجي شعر لئِ منهنجو
ٿئي ها مرمري بت شهر جي ميدان ۾ پيدا
ڪريان ها يا خوشامد هت هجي سرڪار يا منصف
لقب، تا "شمس" يا "سر" جو ٿئي ها آن ۾ پيدا
مگر اهڙي لقب کان تو لڳي مونکي لقب پارو
رهان موتي جئن سپ ۾ ۽ ٿيان نيسان ۾ پيدا
نہ ڄاتو قدر فردوسيءَ جو جيئن محمود، جي ان ڄاڻ
ڪريان آءٌ هجو، جاڳي فتنو پڻ زندان ۾ پيدا
شڪايت ڪيئن بي قدريءَ جي ڪندين پيو قليچ آخر
جتين ها، ٿين ها ٻيءَ وانگي جي گرجستان ۾ پيدا.
(ديوان قليچ قصيدو ٧)



## ٢) شاعريءَ جي وصف ۽ انڌي پڻ جي شاعري

خدا تعاليٰ جلشانہ جهڙيءَ طرح انسان کي ٻين سوين اهڙين خوبين ۽ طاقتن سان نوازيو آهي، جي ٻين ساهہ وارن ۾ نہ ٿيون نظر اچن، تهڙيءَ طرح شعر چوڻ جي ذات بہ انسان جي ئي فطرت يا سرشت ۾ سمائڻ فرمائي اٿس. انسان ۾ جا ڳالهائڻ جي طاقت رکيل آهي، تنهن جو هڪڙو پاڳو آهي شعر. جا ڳالهہ انسان جي دل تي

اڇو ھر ڪو ڪري، سا جيڪڏھن شعر جي صورت ۾ نڪري ظاھر ٿي ٿئي، ته اھا نثر بنسبت تمام وڌيڪ اثر واري ۽ دلچسپ ٿئي ٿي. ڪڏھن ائين به ٿيندو آھي، جو انسان پنھنجي دل ۾ ڳالھيون پيو ڳڻي ته ڪيفيتون مٿس اھڙو غلبو اچيو ڪن، جو بي اختيار سندس ذھن ۾ شعر يا شعر جو مضمون اچيو وڃي. جھڙيءَ طرح انسان وينئي وينئي پاڻمرادو جھونگارڻ ۽ ڳائڻ ۾ لڳي ويندو آھي، تھڙيءَ طرح ڪڏھن ڪيفيت جي اثر ھيٺ اچڻ ڪري ھو شعر چوڻ لڳندو آھي.

اثر جي مدنظر تي شعر ۽ نثر ۾ اھترو فرق آھي، جيترو رواجي گفتگو ۽ ڳائڻ ۾ آھي.

شعر جو مدار دل جي ڪيفيت، جذبي ۽ اثر تي آھي، تنھنڪري ان لاءِ ڪنھن علمي قابليت جي ڪا به ضرورت ڪانھي. ھڪڙو جاھل ۾ جاھل شخص جنھن جي دل ۾ ڪو خيال پيدا ٿي سگھي ٿو ۽ انکي انھي خيال ظاھر ڪرڻ جي ھانءَ آھي، سو به شعر چئي سگھي ٿو. اھڙو شعر ڪنھن استاد، عالم ۽ آزمودگار شاعر جي شعر وانگر بلڪل صحيح ۽ پورو نه ھوندو، سا ڳالھه ٻي آھي. ۽ ھي به ممڪن آھي ته اھڙو شعر فقط شاعراڻو خيال ھجي ۽ ڪنھن وزن سان موافق به نه ھجي.

خدا تعالى دنيا ۾ ٻن قسمن جا دماغ خلقيا آھن: ھڪڙا اھي جي قدرتي طرح پاڻمرادو ڪنھن جي ٻڌائڻ

کان سواءِ ۽ علم عروض يا علم موسيقي جي اصولن کان ناواقف هوندي به شعر جو موزون يا ناموزون هجڻ سهي ڪري سگهن ٿا، جهڙڪري جڏهن ڪا شعر چون ٿا يا ٻئي جو شعر پڙهن ٿا، تڏهن موزون (وزن تي پورو) پڙهن ٿا. بيا اهڙا دماغ آهن، جنکي شعر چوڻ جي ذات تہ قدرتي مليل آهي، پر طبع جي موزوني گهٽ حاصل ٿيل اٿن، سي استادن کان علم عروض يا علم موسيقي جا اصول سکي آسانيءَ سان قابل شاعر ٿي سگهن ٿا. جن شخصن کي شعر گوئي جو مادو ۽ طبع جي موزوني فطرتي طرح عطا ٿيل نہ آهي، سي علميت جي زور تي هرگز شاعر بڻجي نہ سگهندا؛ مگر شعر جي عيب ۽ صواب پروڙڻ جي لياقت ڪري سگهن ٿا.

ميرزا قليچ بيگ صاحب کي خدا تعاليٰ ننڍي هوندي کان موزون طبع بخشي هئي ۽ شعر گوئي جو مادو منجهس فطرتي طرح سمايل هو، جنهن ڪري هو علم عروض ۽ علم موسيقي جي قاعدن جاڻڻ کان اڳ ننڍي هوندئي موزون شعر چوندو هو. هيءَ ڳالهہ پڌري آهي، تہ ننڍيءَ عمر ۾ علم لغت (ڊڪشنري) جي پوري ماهيت نہ هوندي آهي، جنهنڪري لفظن جي صحيح ۽ غلط تلفظ جو امتياز به نہ رهندو آهي: جئن عام گفتگو ۾ لفظن جو تلفظ (صحيح يا غلط) سڻبو پڌبو آهي، تئن ئي ڪم آڻبو آهي. انهيءَ سبب ڪري ميرزا صاحب مرحوم جو ننڍي هوندي جو ٺاهيل شعر

جنهنڪي سنديس ايمانداري پريل دل گهٽي مت ست ڪرڻ کان سواءِ ناٽڪ جي ڪتابن ۽ "سوداءِ خام" ۾ شايع ڪندي ڪوبه عار نه ڄاتو، تنهن ۾ جيڪڏهن لفظن جي تلفظ يا نحوي بناوٽن ۾ ڪي فروگذاشتون آهن، ته انهن جي ڪري ميرزا صاحب مرحوم جي خداداد فطرتي شاعري ۽ طبع جي موزونيءَ کي ڪوبه ڇيپ لڳي نٿو سگهي.

ميرزا صاحب کي ننڍي هوندي کان سندس والد شريف ٽي شعرن ۾ اصلاح ڪريو ڏيندو هو، جنهن سندس (متي پيش ڪيل) شاعريءَ جي بيان واري شعر ۾ چيل آهي:—

"شعر سنڌي ڇيو مون فارسي ۽ هندي پڻ
گرچه والد بنان ڪنهن شخص نوازش نه ڪئي".

ميرزا صاحب جن جي والد شريف جي مادري ٻولي ترڪي هئي ۽ هو پارسي ۽ عربيءَ جو علامه هو مگر سنڌي ٻوليءَ سان ايتري قدر واسطو هوس جيتري قدر لاڳاپي وارن سنڌي ماڻهن ۽ نوڪرن چاڪرن سان ڳالهائڻ ٻولائڻ جو. انهيءَ ڪري هو پنهنجي هونهار فرزند کي جيتري قدر پارسي ۽ اردو شعرن ۾ اصلاح سمجهايو سگهندو هو، اوتري قدر سنڌي شعرن بابت سمجهائڻ جي متس ميارَ ٽي ڪانه هئي.

ميرزا صاحب مرحوم جي لنڍپڻ واري زماني ۾ سندن خاندان ۾ سنڌي ٻوليءَ کان وڌيڪ پارسي ۽ اردو ٻولين جو وهنوار هوندو هو.

انهن ڳالهين ڪري ”سوداءِ خام“ ۾ ميرزا صاحب مرحوم جو جيڪو سنڌي شعر ڏنل آهي، تنهن کان سنڌس پارسي ۽ اردو شعر ڪئين رتيون ڪثر آهي.

## (٣) شاعريءَ جي ترقيءَ جا اسباب

شاعريءَ ۽ طبع جي موزونيءَ سان گڏ ذهن جي خدائي ڏات هميشه شامل هوندي آهي.

ميرزا صاحب مرحوم ننڍپڻ کان هوندي اول درجي جو ذهين هوندو هو. سنڌس شاعريءَ جي ترقيءَ جو ٻهريون ٻهريون سبب هو سنڌس والد شريف جي شاعري. تنهن کان پوءِ جئن جئن ميرزا صاحب پارسي، عربي ۽ انگريزي ٻولين جا صرف نحو، لغتون (ڊڪشنريون) علم عروض، علم قافيه، علم بيان، علم بديع جا ڪتاب مطالع ڪيا ۽ انهن مان پرايل حاصلات کي جڏهن جدا جدا شاعرن جي خيالن ۽ ڪلامن سان لڳائي مزو ماڻيندو ويو، تئن تئن انهن علمن سان پنهن جي شعر کي ويو وڌيڪ ترقي ۽ نزاڪت ڏيندو.

ميرزا صاحب مرحوم جي نوجوانيءَ جي شاعريءَ واري وقت ۾ علم عروض جي قاعدن تي سنڌي شعر ناهڻ جو چرچو اڃا تازو هو. تعليم ڪاتي جي سنڌ سڌار اخبار جا ڪراچيءَ مان ڇپبي هئي، تنهن ۾ سنڌ جا نامور شاعر پنهنجا شعر وجهائيندا هئا ۽ هڪ ٻئي کي پنهنجي پنهنجي شاعراڻي لياقت ڏيکاريندا هئا. ميرزا صاحب مرحوم جا شعر به ان اخبار ۾ درج ٿيندا هئا.

انهيءَ اخبار جا پراڻا مگر روح کي تازگي بخشڻ وارا فائل اڃا به ڪن ڪتبن پاسن ۾ موجود آهن، جي ڏيکارين ٿا، ته اهو علمي ڇهڇٽي وارو زمانو بيشڪ ان وقت جي نوخيز شاعرن جي توسن طبع لاءِ تازيانه جو ڪم ڏيندڙ هو.

نوڪريءَ جي وقت ۾ سنڌ کي چڱيءَ طرح گهمڻ ۽ جدا جدا علم دوستن سان ملاقاتن ڪرڻ ڪري ميرزا صاحب مرحوم کي سنڌي ٻوليءَ جي نهوي ترڪيب ۽ اصطلاحن تي تمام چڱو قبضو ٿيندو ويو، تنهنڪري هو جيئن پوءِ تيئن نهايت اعليٰ درجي جا سنڌي شعر ناهيندو ويو.

ميرزا صاحب مرحوم جدا جدا موقعن تي سير ڪندي جيڪي جيڪي قدرتي نظارا ڏٺا هئا، تن مدجهس واقعه نگاري جي شاعرانه طاقت تمام چڱي پيدا ڪري وڌي. هڪڙي هنڌ برفباريءَ جو نظارو ڏسي انکي پنهنجي شعر ۾ هنطرح تو بيان ڪري ٿو:-

برف پئي ملڪ ٿيو سفيد صفا
پرجي ويئي جڻ اڇن گلن سان هوا
يا اڏامن اڇا ڪبوتر جڻ
دڙ بي پنهنجي کان پلجي سڀ جي ويا
پئي پجي آسمان جي جانبهه
۽ اتو هارجي پيو هر جا

آسمان آهه جن پيارو ٿيو
۽ ڪجهه ٿو پڇي هوا ۾ يا
نه ڏنو اهڙو جنهن نظارو قليچ
رهي دنيا اندر ڪيو تنهن جا؟
(ديوان قليچ غزل ٢٥)

شاعريءَ جو هڪڙو اصطلاحي نالو آهي ”درد جو ڏونهو“. جنهن دل ۾ درد جو ڏيرو نه هوندو، تنهن شاعري جا پير ڪپٽائي نه آهن. درد شاعريءَ جي نظاريدار بڻجڻ لاءِ ائين آهي، جئن سورج مکيءَ لاءِ سج. ميرزا صاحب مرحوم جي دل حقيقي درد سان دوچار هوندي هوندي زماني جا صدما به ڪي گهٽ ڪين سنا هئائين، جن متي سندس حالات ۾ بيان ڪيا ويا آهن. اهڙا دردن جا ڏوڏا به سندس شاعريءَ ۾ ويا تاثير ۽ روح پيدا ڪندا. ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي دل جي درد ۽ غم بابت هڪڙي هنڌ هئن ٿو فرمائي:—

قلب منهنجي کي ڪڏهن فڪر ۽ ارمان نه ٿيو؟
کهڙو سو ڏينهن جڏهن چاڪ گريبان نه ٿيو؟
منهنجي سيني ۾ ازل کان ٿو رهي غم ۽ الم
دل جي ڪوٺيءَ ۾ ڪڏهن عيش جو سامان نه ٿيو.
عشق جا داغ ٿيا دل تي هزارين مونکي
جا ٿيو جسم جي داغن کان گلستان نه ٿيو؟
داغ لالا تي رکي باغ ۾، هي دل جو زخم
کهڙي ڪم جو ٿيو جي شمع شبستان نه ٿيو؟

خوش نہ دنيا ۾ رهن اصل ڪان مؤمن تا قليچ
خوش رهن جي هو تہ تن لاءِ هي زندان نہ ٿيو.
(ديوان قليچ غزل ٢٦٧)

## (١١) ميرزا صاحب جي تصنيفات جي يادداشت

هتي ميرزا صاحب مرحوم جي تصنيفات بابت ٻہ يادداشتون ڏجن ٿيون:-

هڪڙي يادداشت مان خبر پوندي تہ ميرزا صاحب مرحوم سال ۾ ڪهڙا ڪهڙا ڪتاب ناهيا، ۽ ان وقت هو ڪهڙي هنڌ پڙهندڙ هو يا مختيارڪار يا ڊپٽي ڪليڪٽر هو يا پينشن بردار هو. انهيءَ يادداشت ۾ سال ١٩٢٣ع تائين ميرزا صاحب جا ناهيل (ڇاپيل توڙي اڻ ڇاپيل) ڪتاب داخل ٿيل آهن اها يادداشت ميرزا صاحب مرحوم جي هٿ لکيل يادداشت تان نقل ڪئي ويئي آهي.

ٻيءَ يادداشت مان ميرزا صاحب مرحوم جي سيني ڇاپيل ڪتابن جا نالا معلوم ٿيندا ۽ اها بہ خبر پوندي تہ اهي ڪتاب ڪهڙيءَ پريس ۾ ڇپيا آهن يا ڪنهن ڇپايا آهن.

### (الف) اڪيلن ڪتابن جي سالوار ۽ مڪان وار يادداشت

١٨٧٠ع — گورنمينٽ هاءِ سڪول حيدرآباد.

بارنا شعر فارسي ۽ سنڌي.

١٨٧٢ع — حيدرآباد.
جواهر اللسان فارسي -
١٨٧٤ع — ايلفنسٽن ڪاليج بمبئي.
انگريزي زبان ۾ پارسي گرامر ۽ انگريزي
زبان ۾ علم عروض.
١٨٧٧ع — ايلفنسٽن ڪاليج بمبئي.
انگريزي زبان ۾ پارسي اشتقاق - مقالات
الحڪمت سعدي.
١٨٧٨ع — ڪراچي - قصو هرٽي جو
١٨٨٠ع — ڪراچي - ليليٰ مجنون ناٽڪ، راه نجات،
هدايت النساء، مومل راڻو
١٨٨٤ع — نصيرآباد:-
شاه لطيف جو احوال، ڏاڙهياري جبل جو سير
ڪافيون، خورشيد ناٽڪ.
١٨٨٨ع — نصيرآباد:-
علم اخلاق، صحت النساء، علم دستورالمعاش
تاريخ محمدي، رستم پهلوان، مفتاح القرآن،
علامات القرآن، دلارام
١٨٩٠ع — نصيرآباد - دلپسند لطيفا
١٨٩٠ع — روهڙي - زينت، دلپسند قصا
١٨٩٠ع — شڪارپور - تعليم حڪمت ڀاڱو ٻهريون
١٨٩١ع — نصيرآباد - تعليم حڪمت ڀاڱو ٽيون ۽ ٽيون،
موهني، مخزن القوافي

١٨٩٤ع— عمرڪوٽ - بڪاولي ناٽڪ، لوڀ ۽ نوڳي ناٽڪ، ڪيمياء سعادت جو انگريزي ترجمو (Islamic Philosophy)

١٨٩٥ع— لاڙڪاڻو - زمين پوکڻ جو علم ۽ هنر، باغ ۽ باغباني، عالم آبي، حشرات الارض ناٽڪ ۽ پيا سرٽا

١٨٩٦ع— سرحد سنڌ يا جيڪب آباد - نورجهان ۽ جهانگير ناٽڪ، شڪنتلا ناٽڪ، نيم طبيب ۽ نيم ملا ناٽڪ، جانور

١٨٩٧ع— جيڪب آباد - نادرشاه ناٽڪ، حسنا ۽ دلدار ناٽڪ، انڪوائري آفيسر ناٽڪ، ڳوٺن جي وڏيرن لاء هدايت

١٨٩٨ع— جيڪب آباد - پڪي

١٩٠٠ع— نوشهرو فيروز يا حيدرآباد - عجائب غرائب، شاه ايليا ناٽڪ، شيخ چلي ۽ اکڻ مسخرو، ثابتعلي شاه جو احوال ۽ مرثيا ڀاڱو پهريون، فارسي زبان جي تاريخ، ڇچنامه انگريزي، سوداء خام

١٩٠١ع— (ڪوٽڙي يا حيدرآباد يا ڪراچي) ڪيمياء سعادت سنڌي ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو، خود ياوري سنڌ جي تاريخ انگريزي

١٩٠٢ع— ڪراچي يا حيدرآباد - اسلامي رسالو، ڪيمياء سعادت ڀاڱو ٽيون

١٩٠٣ع — ڪوٽڙي - لطيفه معرفت، ڪرامات الاولياءَ
١٩٠٤ع — (ڪوٽڙي يا حيدرآباد) سنڌ جي تاريخ
تصويرن سان، اسلامي ڪتاب در جيوار،
جواهر الاخلاق، تهذيب اخلاق، گلشن اخلاق
اخلاق القرآن والحديث، اخلاق النساء، اخلاق
صوفيه، فرائض انساني، ضمان الفردوس
١٩٠٥ع — ڪوٽڙي يا حيدرآباد - حقائق الارواح، عالم
خواب، رساله ڪريمي، لغات لطيفي، حالات
الاولياءَ، مقالات الاولياءَ، رباعيات عمر خيام،
فيروز دل افروز ناٽڪ
١٩٠٦ع — ڪوٽڙي يا حيدرآباد - مقناطيس حيواني،
حاجتمندي مان طاقتمندي، صداقت الاسلام
ابڪار الافڪار، زاد الآخرت، ثابتعلي شاه
جا مرثيا ٻيو ڀاڱو
١٩٠٧ع — ڪوٽڙي يا حيدرآباد - نصيحت نامه امام
غزالي، ميراث المسلمين، مجالس الشهداء،
انجيل، عالم ارواح
١٩٠٨ع — ڪوٽڙي يا حيدرآباد - اسرار حڪمت، رد تثليث
شمشاد مرجان ناٽڪ، سنڌي زبان جي تاريخ
١٩٠٩ع — ڪوٽڙي يا حيدرآباد - يوسف ۽ فاطمه،
گرجي نامه فارسي، عزيز شريف ناٽڪ، گلزار
گلنار ناٽڪ، اشعار القرآن

١٩١٠ع — سوداء خام لڱون ڇاڄو

١٩١١ع — حاجي بابا اصفهاني، نيڪي بدي ناٽڪ، حرڪت مان برڪت ناٽڪ، سر سهڻي جي شرح، گلن جي ٽوڪري، شرلاڪ هومس ۾ ڀاڱا

١٩١٢ع — ٽي گهر ۾ ڀاڱا، آزار مان آرام، علم تصوف، لطيفي لات، تعليم صحت ڀاڱو پهريون، برٽش شهنشاهت، ٿياسفي، سچو سک يا خوشيءَ جو سبب

١٩١٣ع — لڇمي، الحيات بعد الممات، سر سسئي جي شرح، لڱون شاه جو رسالو، علم ادب، طبيعي الهام، جولين هوم، ايرڪ

١٩١٤ع — اسلامي پنجون ڪتاب، بابا دل، سسيءَ کان سواءِ ڏڌ، راحيل، لوسي، زنوبيه، شمرانه يا شيطان جي ناني، شيطان جو مريد، سنڌي شعر جي تاريخ، ڇوءَ ڇا، موتين جي دٻلي ڀاڱو پهريون، سچي محبت، ايمرسن جا عجيب لکيا، عجيب طلسم، عجيب الماس

١٩١٥ع — شرع محمدي، جوانيءَ جو اڪسير، چندن هار ڀاڱو پهريون، سنڌ جي مختصر تاريخ، علمي گلدستو (سنڌ ۾ وديا، اميد شاه، بادشاه سراب ديو) ۽ نئيا انسان، ناٽڪ پرهيز جي ٽولي.

١٩١٦ع— دل جو آرام يا عجيب دوا، هڪڙي سگهڙ زال، زالن جا فرض، ڪادمبري، جنگ نامو علم نحو سنڌي، سر سراڳ جي شرح، اسلامي تحفو

١٩١٧ع— در نجف، تحفہ اماميہ، چڱي خيال جي ڪرامت، مصيبت ماريا، جارجيا يا گرجستان سونهري خيال، عجيب جواهر، نصيب پنهن جي وس- لالہ رخ- مختيار ثقفي- رواجي حڪمت

١٩١٨ع— شاه جي رسالي جي ڪنجي- غلاميءَ مان مٺي ڇاڙهو- پرهيز نامہ- گلزار تعليمي- ٻاراڻا گل ڦل- جمشيد ۽ حميده ناٽڪ- سيرة النبي دل وندرائيندڙ ڳالهيون (ٻہ خط- ٻہ ڀائر- ٻہ پيٽون- عاقل ۽ فاطمہ)- قديمي چيني اخلاق شڪ جو شڪار- عالم جو استاد- ڏوهن جي قبولداري

١٩١٩ع— نصيحت نامو ملن لاءِ- حيواني عقل ۽ ان جا مثال- بدايع الوقايع- عجيب ڳالهيون- ايندڙ زمانو- ٻاراڻي تعليم- توريت- انجيل- زبور- يسوع مسيح جي سوانح عمري- هندستان جون ديسي آڪاڻيون

١٩٢٠ع— زنانا زيور- املهہ ماڻڪ ڀاڱو ڀريون- سليس صرف نحو- علم بديع- فوائدالاخلاق- لطائف

الطوائف - ورزش نامو- هٺن سان ڪٽڻ ڳالهائڻ جي
ڀاڃين جا طعام- بيماريءَ جا سڀا ۽ ڪوڙا
سبب

١٩٢١ـــ سنڌي گرامر وڏو- خصائص القرآن- سنڌ جا
قديم شهر ۽ انهن جا مشهور ماڻهو- ملڪن جي
مفلسي- زينت النسوان- مقدس ڪلام- نصيحت
المسلمين- اخلاق المعصومين

١٩٢٢عـــ سنڌ جي مختصر جاگرافي- تصوف جي تاريخ
شرح ديوان گل- تقريرون ۽ تحريرون- ياد گيريون
تحفة النسوان- حجة الشيعة- محبت آل عبا-
اسلامي حقنامو- اسلام جا ٽيهتر فرقا- عقود
الالي- اصلاح نامو- ٻارن جي وندريا پروليون
تحفہ اسماعيليہ- شرح مومل راڻو- هزليات-
رياست خيرپور جي تاريخ- تحفة السالڪين-
عبادت نامو- اسلامي تعليم- سعادتنامہ-
روشنائي نامہ- خان بهادر حسنعلي افندي
جي سوانح عمري- جهڙو خيال تهڙو حال-
سينٽ فرب ۽ مرٽن- رابنس ڪروسو

١٩٢٣عـــ شهزادو بهرام لـاٽڪ- اسلام موجب اصول
ٿياسفي- استاد جي قدمن وٽ- چچناموسنڌي
قديم سنڌ جا ستارا- تواريخ القرآن والحديث
لغات قـديمي- طلب العلم فـي الاسلام
شيخ بوعلي سينا- سوانح عمري پيغمبر جي-

چندن هار ياڳو ٻيو- املهه ماڻڪ ياڳو ٻيو- موتين جي
ڏ ٻلي ياڳو ٻيو- سوداء خام ياڳو ٻيو- ڪشف
اعجاز ترجمه "گلشن راز" پرشن جيمس انگريزي

١٩٢٤ع — طب مطبوع ۽ مخزن منظوم- مثنوي ترڪيب
الانسان- شاهنامي وارا شاهه- وامق ۽ عذرا-
سائينس جا عجائب غرائب ڪم- علم رمل- مفتاح
الرمل- مهنجو عجيب ڏڏرتي گهر- خواب ۽
تعبير نامو.

١٩٢٥ع — منتخب المعلومات- انساني سڌاري جي
شروعات- انگي حساب ۴ ياڳا

١٩٢٦ع — عملي مذهب- مصر نامو- ڪامل انسان- مجمع
المذاهب- چين ۽ چيني ماڻهو- شرح ديوان
قاسم ۽ فاضل ماڻهو ڪيئن ٿا جمن ٧ ياڳا-

١٩٢٧ع — بابل ۽ نينوا- حضرت سليمان- سچي مردانگي
گلدسته حمد و ثنا- لسان الغيب- خطبا- مطلع
الانوار- مثنوي مخزن الاسرار- بدر منير ۽ بي
نظير- صلح ڪل- نا ڄاڻن ماڻهن جا روح ٢
ياڳا- فقه جا عجيب مسئلا- ماڻهو پنهنجو پاڻ
طبيب- انسان جا محافظ ۽ موت ڪان پوء
حياتي- عالمگير مذهب- گلستان معرفت.

١٩٢٨ع — بدو ۽ ڏسو- غزل ۽ ڪافيون- دنيا جي مختصر
تواريخ- ديوان قليچ- باب ۽ بابي- مولانا
جلال الدين رومي- ٽالپرن جي صاحبي (انگريزي ۾)

خزينه زرينه فارسي - ڪامل انسان
زيب النسا - سلطان علاوالدين ۽ راڻي پدمڻي
پت چڙهيل ڀيڻي وس - علم موسيقي - حسن
۽ عشق ۽ انجا ڪرشما ٢ پاڱا - حسينه

**مرزا قليچ بيگ جا جوڙيل ڪتاب**
**۽ سندن ڇپائيندڙ**



## ديني ڪتاب

مفتاح القرآن پارسي - پيسه اخبار لاهور
زاهه نجات - مدرسه الاسلام ڪراچي
علامات القرآن
ڪيمياءِ سعادت - مسٽر هريسنگ سکر
لطيفه معرفت - الحق پريس سکر
حقائق الارواح - مسٽر پوڪرداس شڪارپور
اسلامي رسالو
اسلامي تعليمي ڪتاب چار پاڱا - الحق پريس سکر
حالات الاوليا - مسٽر پوڪرداس شڪارپور
مقالات الاوليا - " "
ڪرامات الاوليا - " "
صداقت الاسلام - شيخ عبدالرحيم حيدرآباد
زاد الآخرت - " "
نصيحت نامه امام غزالي - شيخ عبدالرحيم حيدرآباد

ميراث المسلمين - مسٽر پوڪرداس شڪارپور
مجالس الشهداء - " "
انجيل مرقس ۽ متيءَ زبور - بائيبل سوسائٽي حيدرآباد
رد تثليث - شيخ عبدالرحيم حيدرآباد
ضمان الفردوس - فيض اِرپس خيرپور ۽ سنڌ مسلم
ادبي سوسائٽي حيدرآباد
يوسف ۽ فاطمه - شيخ عبدالرحيم حيدرآباد
اشعار القرآن
در نجف

## اخلاقي ڪتاب

انگريزيءَ تان ترجمو ٿيل مقالات الحڪمت -
سرڪاري بڪ ڊيپو ڪراچي
علم اخلاق - مسٽر هوسنگ سکر
تهذيب الاخلاق
جواهر الاخلاق
گلشن اخلاق
اخلاق القرآن والحديث
اخلاق النسا
اخلاق صوفيه
انگريزيءَ تان ترجمو ٿيل خودياوري - قيصريه
پريس حيدرآباد
انگريزيءَ تان ترجمو ڪيل فرايض انساني
انگريزيءَ تان ترجمو ٿيل روحاني تعليم - مسٽر
پوڪرداس شڪارپور

## تاريخي ڪتاب

تاريخ سنڌ جي تصويرن سان - جو وينائل سوسائٽي حيدرآباد

انگريزي تان ترجمو ٿيل تاريخ محمدي
" " رستم پهلوان
" " پارسي زبان جي تاريخ

شاهعبداللطيف ڀٽائيءَ جواحوال - مسٽر ڀوڪرداس شڪارپور

رسالہ ڪريمي [ شاه ڪريم جو احوال ] - قيصريہ پريس حيدرآباد

ثابت علي شاه شاعر جو احوال ۽ مرثيا - مسٽر هريسنگ سکر

سنڌي زبان جي تاريخ - الحق پريس سکر
ڏاڙهياري جبلجو سير - بائيبل سوسائٽي حيدرآباد

## زالن جا ڪتاب

اخلاق النسا
صحت النسا - مسٽر هريسنگ سکر
انگريزي تان ترجمو ٿيل تعليم حڪمت [ ٽي ڀاڱا ] - مسٽر هريسنگ سکر
هدايت النسوان - مدرسہ الاسلام ڪراچي

## ناٽڪ ۽ نقل

خورشيد - سرڪاري بڪ ڊيپو ڪراچي

بڪاولي - مسٽر هرسنگ سکر

ليلا مجنون - ,, ,,

نورجهان - ,, ,,

نادر شاه - ,, ,,

شڪنتلا - ڪاليج ڊراميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد

انگريزيءَ تان ترجمو ٿيل حسناد لدار - ڪاليج ڊراميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد

انگريزي تان ترجمو ٿيل شاه ايليا - ڪاليج ڊراميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد

انگريزيءَ تان ترجمو ڪيل شمشاد مرجانه - ڪاليج ڊراميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد

,, ,, گلزار ۽ گلنار - ڪاليج ڊراميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد

,, ,, عزيز شريف - ڪاليج ڊراميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد

,, ,, فيروز دلفروز - ڪاليج ڊراميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد

,, ,, نيڪي ۽ بدي - ڪاليج ڊراميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد

لوڀي ۽ ٺوڳي - ڪاليج ڊراميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد

نيم طبيب ۽ نيم ملا ,, ,, ,,

انگريزيءَ تان ترجمو ٿيل انڪوائري آفيسر - ڪاليج ڊراميٽڪ سوسائٽي حيدرآباد

شيخ چلي اگوڻ مسخرو- مسٽر هريسنگ سکر
حرکت مان برکت

## قصا يا ناول

دلارام- سرڪاري بڪ ڊيپو ڪراچي
انگريزي تان ترجمو ٿيل دلپسند قصا (۾ ڀاڱا)
قيصريه پريس حيدرآباد

زينت- ,, ,, ,,

موهني

انگريزي تان ترجمو ٿيل گلن جي ٽوڪري ,, ,,

حاجي بابا اصفهاني (۾ ڀاڱا)
سندباد جهازي- مسٽر پوڪرداس شڪارپور

## علمي ڪتاب

انگريزي تان ترجمو ٿيل- علم دستور المعاش
سرڪاري بڪ ڊيپو ڪراچي

,, ,, ,, پوکه ڪرڻ جو علم ۽ هنر
سرڪاري بڪ ڊيپو ڪراچي

,, ,, ,, باغ ۽ باغباني ,, ,,

,, ,, ,, جانور (تصويرن سان)
مسٽر پوڪرداس شڪارپور

,, ,, ,, پکي (ايضاً) ,, ,,

,, ,, ,, عالم آلي (ايضاً) ,, ,,

,, , ,, سرندڙ ساهه وارا ,, ,,

,, ,, ,, حشرات الارض ,, ,,

عجائب غرائب - مستر پوکرداس شڪارپور
عالم خواب
انگريزي تان ترجمو ٿيل مقناطيس حيواني
مستر هريسنگ سکر
" " " اسرار حڪمت
" " " عالم ارواح

## شعر جا ڪتاب

سودائي خام - مستر پوکرداس شڪارپور
رباعيات عمر خيام - قيصريه پريس حيدرآباد
ابڪار الافڪار ( پنج ڀاڱا )
گرجي ناما
موزمل راڻو ( حفيظ ) سرڪاري بڪ ڊيپو ڪراچي

## متفرق

مخزن القوافي - پيسه اخبار لاهور
دلپسند لطيفا ( ٢ ڀاڱا ) مستر هريسنگ سکر
انگريزي تان ترجمو ٿيل وڏين ۽ ننڍن لاءِ هدايت
لغات لطيفي
سر سهڻيءَ جي تشريح پريمير پريس حيدرآباد

## انگريزي ڪتاب

ليبر آورس ( شعر )
هسٽري آف سنڌ ( ٢ جلد ) سرڪاري بڪ ڊيپو ڪراچي
اسلامڪ ٿياسفي - اسلاميه پريس لاهور
برشن پراسدي

پرشن ايٿمالوجي
لائف آف شاه عبداللطيف ڀٽائي
فلالاجيڪل ڪيورياسٽيز- پرائمر پرليس حيدرآباد
پرشن جيمس (شعر ٻ ڀاڱا) " " "



## ميرزا صاحب جا ڪي خاص نظمي ڪتاب

ميرزا صاحب مرحوم جا نظم ۾ ڪئي هيل ڪتاب گهڻيئي آهن، جنجا نالا شامل ڪيل يادداشت مان روشن ٿيندا پر اسين هت فقط سندس ٿن چئن خاص نظمي ڪتابن بابت ڪجهه لکڻ مناسب ٿا ڄاڻون، جنجي بيان ڌاران مرزا صاحب مرحوم جي شاعريءَ جو بيان نامڪمل ليکيو ويندو.

### (ا) سوداءِ خام

ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي ننڍڙيءَ وهيءَ ڪانوڻي ڀريءَ تائين جيڪي ناٽڪي ڪتابن لاءِ عاشقانه ۽ اخلاقي شعر ٺاهيا آهن، يا جيڪي فرمائشي نظم، صوفيانه ڪلام زماني جا تجربا، پنهنجي ڏک سک جا احوال ۽ عام واقفيتون نظم ۾ بيان ڪيون آهن، سي سڀ ٻن جلدن ۾ گڏ ڪري متن نالو رکيائين "سوداءِ خام" ڀاڱو ڀهريون ۽ ٻيو. پهريون ڀاڱو ڇاپيل آهي ۽ ٻيو ڀاڱو اڃان اڻ ڇاپيل آهي.

جن صاحبن کي مرزا صاحب جي بي نظير ۽ اڻ مٽ شاعريءَ جي پروڙ ڻ جو موقعو نه مليو آهي، سي ميرزا صاحب جي شاعريءَ لاءِ "سوداءِ خام" کي کسوٽي سمجهي سندس شاعريءَ تي انگشت نمائي ڪندا رهيا آهن. حالانڪ مرزا صاحب مرحوم پاڻ "سوداءِ خام" ڀاڱي پهرئين جي ديباچي ۾ لکي ٿو تہ "هن ڪتاب ۾ اڪثر شعر نندي هوندي جا جڙيل آهن. ...... هنن شعرن ۾ قانون ٽوڙي مضمون جوڙ گهڻيون ئي خاميون هونديون ......"

مرزا صاحب مرحوم جي اها اعليٰ درجي جي راست روي ۽ ڪسر نفسي ڇڏيو، جو پنهنجا نندي هوندي جا شعر ڪنهن بہ درستيءَ ۽ اصلاح ڌاران شايع ڪرايائين. "سوداءِ خام" ڀاڱي پهرئين جو هڪڙو ڇاپيل نسخو مرزا افضل بيگ صاحب کان موڪلي مليو جنهن ۾ مرزا صاحب مرحوم پنهنجن هٿن سان ساري نسخي ۾ ضروري درستيون ڪيون آهن، شايد ڪنهن وقت اهو درست ٿيل نسخو بہ ڇاپجي پوي.

جيتوڻيڪ "سوداءِ خام" ۾ ميرزا صاحب مرحوم جو نندي هوندي جو ڇپيل شعر گهڻو پيل آهي، تہ بہ منصفانہ نظر سان ڏسبو تہ سارو ڪلام شاعرانہ خوبين جو خزانو نظر ايندو.

"سوداءِ خام" ۾ سمايل شعر کي چئن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:- (١) پارسي شعر (٢) اردو شعر (٣) سنڌي غزل (٤) سنڌي متفرقہ اشعار.

منجهه ۾ پارسي شعر ذيل آهي، جنهن ۾ مرزا صاحب مرحوم پنهنجن بزرگن جي وفات جون تاريخون ۽ ولادت جي سنه بابت قصيدا، قطعا ۽ رباعيون لکيون آهن. تنهن کان سواءِ ويهارو کن غزل ٽيهارو کن خاص رباعيون ۽ مفردات لکيا اٿس، جن ۾ عاشقانه، صوفيانه ۽ اخلاقي مضمون ۽ ڳچهارتون خواه هزليات لکيل آهن. سنڌي شاعرن ۾ ميرزا صاحب مرحوم جيترو ۽ ان جهڙو عمدو پارسي شعر ٻئي ڪنهن به شاعر جو شايع ٿيل نه آهي. بنان ڪنهن شڪ جي چئي سگهجي ٿو، ته سوداءِ خام واري پارسي شعر ۾ سنڌي شعر کان وڌيڪ نزاڪت، پختگي ۽ مينا ج رکيل آهي. ان جو سبب شايد هي آهي، جو پارسي زبان ميرزا صاحب مرحوم جي ذري گهٽ مادري ٻولي هئي ۽ شعر خواه شعر سان تعلق رکندڙ علمن جي واقفيت به ان کي شروع کان وٺي پارسي زبان ۾ ئي مائي هئي.

پارسي شعر سان گڏ ميرزا صاحب ڪي ترڪي ٻوليءَ ۾ به مفردات لکيا آهن ۽ ڪن ترڪي ٻوليءَ جي غزلن جو ترجمو پارسي غزلن ۾ به ڪيو اٿس، جنهن مان ثابت آهي، ته ميرزا صاحب مرحوم کي ترڪي ٻوليءَ ۾ به چڱي دسترس هئي.

اردو زبان ۾ ميرزا صاحب مرحوم جا پندرهن کن غزل "سوداءِ خام" ۾ داخل آهن، جنجي ساخت به

سنڌي غزلن کان وڌيڪ پختي ۽ لذيذ آهي. انهن غزلن ۾ ڏگهو عاشقانو ڪلام آهي.

سو ڪن سنڌي غزل جي "سوداءِ خام" ۾ آهن، تن مان ڪي تورا غزل ميرزا صاحب جنهن وڏي عمر ۾ لکيل ٿا ڏسجن نه ته پيا سڀ سندس ننڍپڻ ۽ ڏوهه جواني جي وقت جا ٺاهيل آهن. انهن غزلن جو گهڻو انداز ميرزا صاحب پنهنجن ناٽڪن ۾ ڪم آندو هو، جتان نقل ڪري "سوداءِ خام" ۾ داخل ڪيو اٿس.

متفرقه اشعار ۾ ڏوهيڙا، ڪافيون، مخمس، مسدس ۽ ترجيع بند ڏنل آهن ۽ ڪي فرمائشي شعر جهڙوڪ آفيسرن جي مرحبا جا غزل ۽ جلسن يا جشنن جي موقعي لاءِ راڳ يا تعليم ڪاتي جي درسي ڪتابن لاءِ ٺاهيل نظم به متفرقه اشعار ۾ شامل آهن.

"سوداءِ خام" ٻاڱي ٻئي ۾ جو اڃان اڻ ڇاپيل آهي، پڻ پورنين ٻاڱي وانگر هر جنس جو شعر سمايل آهي. ٻئي ٻاڱي ۾ پنهنجي گهرو زندگيءَ بابت گهڻو شعر ميرزا صاحب مرحوم داخل ڪيو آهي. ڪي اهڙا به گهرو احوال ان ۾ داخل ٿيل آهن، جي شايع ڪرڻ شايد سندس ڪن وارثن کي نه آئڙن.

## (۲) ديوان قليچ

ميرزا صاحب مرحوم تي جڏهن سندس ڪن دوستن زور رکيو ته پنهنجو ڪم "ديوان" (غزلن جو ڪتاب) تيار ڪر، تڏهن پنهنجا سمورا سنڌي غزل

۽ سنڌي قصيدا، جي سوداءِ خام جي ٻئي جلد ۾ آيل هئا، سي درست ڪري "الف بي وار" "ديوان قليچ" ۾ داخل ڪيائين ۽ جن جن رديفن وارا غزل سوداءِ خام ۾ موجود نه هئا، سي نوان تيار ڪري "ديوان قليچ" مڪمل ڪيائين. جيئن عام طرح دستور آهي، ته سيڪنهن ديوان ۾ الف کان يي تائين رديف وار غزل لکي پڇاڙي ۾ قصيدا، مخمس، مسدس، مثنويون ۽ رباعيون داخل ڪبيون آهن، تيئن ميرزا صاحب مرحوم نه ڪيو آهي. هن فقط غزل ۽ قصيدا پنهنجي ديوان ۾ داخل ڪيا آهن، ٻيا متفرقه اشعار جدا جدا ڪتابن ۾ ئي رهڻ ڏنا اٿس.

ميرزا صاحب مرحوم پنهنجي وفات کان فقط چار مهينا اڳ "ديوان قليچ" کي جوڙي راس ڪيو هو. تنهنڪري اهو ديوان اڃا اڻ ڇاپيل آهي، مگر پڪ آهي، ته اهو علمي ۽ اخلاقي خزانو جلد ئي شايع ٿي ويندو.

ديوان قليچ ۾ ميرزا صاحب مرحوم ٽي نيون خوبيون رکيون آهن، جي هن وقت تائين ٻئي ڪنهن به ديوان ۾ نه ڏٺيون ويون آهن:-

(١) هر هڪ غزل تي "هيڊنگ" (عنوان) لکيو ويو آهي، ۽ ساري غزل جو مضمون ان هيڊنگ سان رکيو ويو آهي. مثلاً جيڪڏهن هيڊنگ آهي "سوڙن تي صبر" "عشق جو ڪارخانو" "پرده نشيني" وغيره

ته ان هيبت نگ موافق سارو غزل يا قصيدو چئي وڃي پار پيو آهي.

عام ۾ قديم دستور اهو هليو اچي ٿو، ته هڪڙي غزل ۾ گهڻا خيال سمائبا آهن؛ پر ميرزا صاحب مرحوم پاڻ ”ديوان قليچ“ جي ديباچي ۾ لکي ٿو ته ” غزل جو هر هڪ بيت علحدو خيال ڏيکاريندو آهي ۽ انجي سيني بيتن جو پاڻ ۾ ڪو واسطو نه هوندو آهي، پر منهنجا غزل بئي نموني جا آهن. اهي عشقي، اخلاقي، تاريخي وغيره مضمون تي لکيل آهن ۽ سيني بيتن جو لاڙو انهي هڪڙي مضمون ڏي آهي جو هر هڪ غزل جي سري تي لکيو ويو آهي...“

(٢) ”ديوان قليچ“ ۾ ٻي نرالي خوبي هي رکيل آهي، جو هر هڪ غزل يا قصيدي جي سري تي انجو وزن ڏنل آهي، انهيءَ ڪري ان غزل يا قصيدي کي اهو ماڻهو به عروضي اصول تي پڙهي سگهي ٿو، جنهن کي جدا جدا وزن جي واقفيت نه آهي. جيڪڏهن وزن سان گڏ بحر جو نالو به آتي جو آتي ڏنل هجي ها ته پوءِ ديوان قليچ جي مطالعه ڪندڙ کي ”علم عروض“ جي پڙهڻ جي ڪا به ضرورت ڪا نه رهي ها.

(٣) ٽين عجيب خوبي ديوان قليچ ۾ ميرزا صاحب مرحوم هيءَ رکي آهي، جو غزلن ۽ قصيدن جي هيٺ لکن جي يادداشت ديوان جي پڇاڙيءَ ۾ شامل ڪئي اٿس، جنهنڪري جنهن به مضمون تي شعر ڏسڻو هجي

سو آسانيءَ سان ”ديوان قليچ“ مان هٿ ڪري سگهجي ٿو. وڌيڪ خوبي اها آهي جو مضمونن جي فهرست بہ الف بي وار لکي اٿس.

”ديوان قليچ“ ۾ ڪل چار سؤ ٽيٽيهہ غزل ۽ قصيدا آهن. سڀ سنڌي زبان ۾ آهن. ڪوبہ پارسي يا اردو غزل ”ديوان قليچ“ ۾ داخل نہ آهي.

جيڪڏهن ميرزا صاحب مرحوم جي شاعريءَ جي ڪنهنڪي تور تڪ ڪرڻي هجي تہ ”ديوان قليچ“ کي غور سان پڙهي پوءِ ڪري.

”ديوان قليچ“ سنڌي لٽريچر ۾ اميد تہ اهڙي نزاڪت پيدا ڪندو، جهڙي تارن ۾ چنڊ تو ڪري.

## (ڏيون) رباعيات عمر خيام

عمر خيام جون پارسي رباعيون دنيا ۾ مشهور آهن. يوروپ جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ان جا ترجما (نظم خواه نثر ۾) آهن. آئرلنڊ جي مشهور شاعر ايڊورڊ فٽز جرالڊ انهن رباعين جو انگريزي ٻوليءَ ۾ (نظم ۾) ترجمو ڪيو آهي، جنهنجي تعريف انگلنڊ جي نامور شاعر ٽينيسن بہ ڪئي آهي. عمر خيام جي رباعين ۾ جيڪي شراب، ڪباب، عيش عشرت جا الفاظ آهن تنجي حقيقي معنيٰ بلڪل ٻي آهي. روحانيت ۽ فلسفہ کي سادي سودي پوشاڪ پهرائي ويئي آهي. جيڪڏهن انهن رباعين ۾ واهيات مضمون هجي ها، تہ يوروپ جا فلاسفر شاعر انهنکي ڪڏهن چمي اکين تي رکن ها.

ميرزا صاحب مرحوم جنهنجي منشا هوندي هئي ته هر نموني جي مضمون (نظم خواه نثر) سان سنڌي ٻوليءَ کي ڀرپور ڪجي، تنهن هنن پارسي رباعين جو سنڌي رباعين ۾ ترجمو ڪيو آهي.

رباعي ڀنهنجي سر شعر جو تمام ڏکيو نمونو آهي ۽ سنڌ ۾ رباعي ساز شاعر ڪي ٿورڙا آهن. پر پارسي رباعي کي سنڌي رباعيءَ جي صورت ۾ آڻڻ، اهڙيءَ طرح جو هرهڪ پارسي مصرع جو مضمون سنڌي مصرع ۾ سمائجي اچي، وزن به ساڳيو قائم رهي ۽ سنڌي به سليس ڪم اچي، سو وڏو ڪمال ڇڏبو.

هيٺ نموني خاطر ٻه رباعيون ڏيون ٿا (اصل ۽ ترجمو) جن تي غور ڪرڻ سان آسانيءَ سان سمجهي سگهندو ته ميرزا صاحب مرحوم ڪو معمولي شاعر نه هو، پر ڪماليت رکندڙ شاعر هو.

(١) اصل

اين دهر که بود مدتي منزل ما
نامد بجز از بلا وغم حاصل ما
افسوس که حل نه گشت يک مشکل ما
رفتيم و هزار حسرت اندر دل ما

(ترجمه)

هن دهر ۾ جت هئي اساجي منزل
ٿيو ڪين سواءِ غم جي ٻيو ڪي حاصل
افسوس! اسان جي حل نه ٿي هڪ مشڪل
وياسون ۽ رهي هزار حسرت منجهه دل

(۲) اصل

امروز ترادست رس فردا نيست
واندیشۂ فردات بجز سودا نيست
ضايع مکن ايندم ار دلت شيدا نيست
که اين باقي عمر را بقا پيدا نيست

( ترجمہ )

اڄ توکي سڀاڻ جي دسترس اصلا ناه
۽ فڪر سڀاڻي جو سواءِ سودا ناه
هي دم نه وڃاءِ جي اٿئي دل بيدار
هت باقي عمر کي بقا پيدا ناه

پارسي رباعيون پنج سو آهن، پر ميرزا صاحب مرحوم نيڪ مشت نمونہ خروار موجب فقط هڪ سو ٽيهہ رباعيون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيون آهن. ميرزا صاحب وڌيڪ ڳالهہ هيءَ ڪئي آهي، جو جيڪي رندانہ اصطلاح رباعين ۾ ڪم آيل آهن، تن جون حقيقي معنائون منڍ ۾ سمجهائي ڇڏيون آهن. جھڙ نہ شراب جي معنيٰ معرفت جي لذت، محبت جو جذبو ۽ عبوديت جو عيش.

پيالو = جنھن شيءِ ۾ نور يا مشاهدو ملي، دل.
ڪعبو = دل جو مقصد وغيره وغيره...

## (۴) ڪشف اعجاز

مولانا سعدالدين محمود شبستري جو ناهيل مثنوي **گلشن راز** مشهور آهي، جنھن ۾ تصوف جا ڳوڙها نڪتا ۽ روحاني عجيب گفتا ڏنل آهن. مثنوي گلشن

راز جي جهڙي پارسي زبان ڳوڙهي، تهڙو مضمون. پر ميرزا صاحب مرحوم هرهڪ پارسي مصرع کي سنڌي مصرع ۾ آڻيندو ويو آهي: سنڌي به وري سليس. البت ڪي صوفيانه خاص اصطلاح جهڙوڪ عدم، وجود، تعينات، تجريد، تفريد وغيره سي هو به هو قائم رکيا پيا اٿس، جنهجو رکڻ ضروري هو. اهڙن خاص لفظن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ ۽ سمجهاڻي فٽ نوٽ ۾ ڏيندو ويو آهي.

ڪتاب جو اصل نالو آهي گلشن راز (ڳجهو باغيچو) پر ميرزا صاحب سنڌي ترجمه تي نالو رکيو آهي ڪشف اعجاز (ڏکئي ڪم جي پڌرائي) سچ پچ ته تصوف جا ڏکيل ۽ ڳوڙها راز ميرزا صاحب مرحوم سنڌيءَ ۾ کولي پڌرا ڪيا آهن. ۽ انهيءَ ساري ڪتاب جي ترجمه ڪرڻ ۾ فقط هڪ هفتو لڳو هوس، جو ڪتاب جي ڳوڙهائيءَ جي نظر تي تمام ٿورو وقت چئبو. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ ميرزا صاحب مرحوم چوي ٿو:-

ٿيو پورو هتي هي گلشن راز
جنهين ۾ عشق جو ٿيو سوز ۽ ساز
ڪيو مون ترجمو سنڌيءَ ۾ ان جو
لڳايم اُن ۾ پورو هڪڙو هفتو
اصل جو نانءُ ٿيو جڏهن گلشن راز
ڪيو مون هنجو نالو ڪشف اعجاز

اسين ڪشف اعجاز جا ٽي چار بيت هيٺ ڏيون ٿا. انهيءَ لاءِ ته ناظرين ڪشف اعجاز جي سواد کان واقف رهن. ڪن صوفي بزرگن تصوف ۽ روحانيت تي پندرهن سوال مولانا شبستري کان پڇيا هئا. سڄي گلشن راز ۾ فقط اهي پندرهن سوال ۽ انهنجا جواب ڏنل آهن. انهن پندرهن سوالن مان هڪڙو سوال هي آهي:-

سو آهي ڪير جو چئي تو اناالحق؟
چيو جنهن ائين، سچو هو يا هو احمق؟

اصل ڪتاب ۾ جواب ڊگهو ڏنل آهي، پر اسين ان جواب جي مغز وارا ٻه ٽي بيت هت ڏيون ٿا:-

اناالحق سان ڪلي تو سير مطلق
سو حق ري ڪير ٿيو، چئي جو اناالحق؟
آهن ذرا سڀئي عالم جا منصور
ڪڏهن تامست، بي خود ڪڏهن مخمور
پڄين جي نفس پنهنجو تون ڪپه جئن
ته پڻ حلاج وانگي تون ٻه چئين تئن.
ڪپه پندار جي ڪڍ پنهنجي ڪن مان
ندا ساڳي ٻڌين هر شيءِ جي واتان.

(٥) امداد ڪاڪا

ميرزا صاحب مرحوم جا ترجمه ڪيل نظمي ڪتاب "موتين جي ڏلي" ٻه جلد (رباعي شعر ۾) ۽ "چندن هار" ٻه جلد (قطعه شعر ۾) عجيب آهن، پر امداد ڪاڪا پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

ميرزا صاحب مرحوم " چندن هار " ۽ " عجيب جواهر " ۾ انگريزي شاعرن جا چونڊ چونڊ نظم سنڌي ۾ ترجمو ڪيا آهن ، پر املهه ماڻڪ ۾ عربي ، پارسي ۽ اردو شعر جا فقط فرد ( مفردات ) ترجمو ڪيا اٿس هر هڪ فرد ۾ فقط ٻه مصرعون ڏنيون آهن ، پر انهن ٻن مصرعن ۾ ايترو مضمون سمائجي ايندو آهي جنهنجي شرح يا تفسير لاءِ جيڪر ڏهن ٻارهن مصرعن واري غزل جي ضرورت ٿئي -

" چندن هار " ۾ هر هڪ قطعه تي بحر جو نالو ۽ انجا " ارڪان " ڏنل آهن ، پر املهه ماڻڪ ۾ هر هڪ بحر ۽ انجي ارڪان هيٺ ٻه ٻه سو ٽي ٽي سو فرد ڏنل آهن . املهه ماڻڪ ۾ گهڻو ڪري سڀ نئنا ( ؟ ) توڙي وڏا بحر ۽ انهن جا ارڪان اچي ويا آهن تا يعني " ديوان قاني " ۾ جيڪا ڪسر رهيل هئي ، سا مرزا صاحب مرحوم املهه ماڻڪ ۾ پوري ڪري ڇڏي آهي .

املهه ماڻڪ ۾ ڪل هڪ هزار ٽي سو چوهٺ فرد لکيل آهن . مضمون جي نظر تي هر هڪ فرد سچو پچو املهه ماڻڪ آهي . اسين هت نموني خاطر فقط پنج فرد ڏيون ٿا :-

(١)

نماڻائي ۽ نرمي ۽ سان دسي سگهندين تون دشمن کي

ڪري نرمي تي ڪيري باهه تي آخر چڙهي ويهي .

(٢)

جڳائي مات ڳولڻ لاءِ نت عمدن خيالن جي
جو موتين لاءِ ٽوبي کي به پورڻ وات لازم آهه

(٣)

جوانيءَ ۾ عبادت لاءِ تون جهڪ
جڏهين ڪاني سڪي، تڏهن ڪين ٻيٺي

(۴)

ڦر سان پريل درخت ڪٺي سگهندو سر نه آهه
سرڪش اهوئي وڻ آهي جنهن ۾ ثمر نه آهه

(٥)

جي لوهه تي پوين تاپڻ تجلين تون آئيندو
پلي تي جيڪي وٺئي، پر صفا رکج سينو

نوٽ - اصله ماٺڪ جا به ٻه جلد آهن، جن مان هڪڙو ڇاپيل آهي، تنهن ۾ هڪ هزار اٺ سو اٺانوي فرد آهن -

## ميرزا صاحب جي نثر نويسي

ڪو شخص شاعر به هجي، نثر نويس به هجي، سا هڪڙي خاص خدائي ڏات آهي - ايران جي شاعرن ۾ جئن شيخ سعدي عليه الرحمه يڪتا نثر نويس به ليکيو وڃي ٿو. تئن سنڌ جي شاعرن ۾ ميرزا صاحب مرحوم به بي نظير نثر نويس ٿي گذريو آهي. هن سنڌ جي نثر ۾ پندرهن ويهه ڪتاب نه لکيا آهن، پر سون جي تعداد ۾ لکيا اٿس.

## ( الف ) نثر جا قسم

نثر ٽن قسمن جو آهي .

(١) مرجز يعني وزندار نثر ٢- مسجع يا مقفيٰ يعني تڪبندي وارو نثر ٣- عاري يعني بنان سينگار نظم .

مرجز اهو نثر آهي ، جنهن ۾ جملي جا ٻه يا ٽي فقرا پاڻ ۾ هم وزن ۽ موافق هجن ، پر هم قافيه نه هجن جئن ته :-

" سواءِ ذڪر قادر ڪار ساز جي وقت وڃائڻ ۽ سواءِ شغل خالق ڪردگار جي حياتي گذارڻ اسور و نقصان آهي " .

مٿئين جملي ۾ معنيٰ وارن ٻن فقرن مان هڪڙي جي پڇاڙي " وڃائڻ " ۽ ٻي جي پڇاڙي " گذارڻ " آهي اهي ٻئي فقرا پاڻ ۾ هم قافيه نه ٿيا ، پر هم وزن آهن .

ميرزا صاحب پنهنجي ناٽڪ جي ڪتابن ۾ نثر مرجز گهڻو ڪم آندو آهي .

نثر مسجع (سجع صنعت وارو) يا مقفيٰ (قافيه وارو) يا تڪبنديءَ وارو اهو نثر آهي ، جنهن جا جملا پاڻ ۾ هم قافيه هجن . صنعت سجع جا جيڪي ٽي نمونا لفظي صنعتن جي بيان ۾ سمجهايا ويا آهن ، سي جهڙيءَ طرح نظم ۾ ڪم اچن ٿا ، تهڙيءَ طرح نثر ۾ به ڪم اچن ٿا .

ميرزا صاحب مرحوم " خورشيد " ناٽڪ ۽ " گلنار

گلزار" ناٽڪ ۾ تڪ بندي وارو نثر تمام گهڻو ڪم آندو آهي ۽ سجع جا ٽيئي اصول ان نثر ۾ ڪم آيل آهن.
مثال:—

بادشاه - اي وزير نيڪ تدبير ملڪ جو ڪهڙو حال آهي؟ منهنجي رعيت ظلم ۽ ڏڪر کان فارغ البال آهي يا سندن دل تي ڪو فڪر ۽ ملال آهي؟

وزير- حضور جي اقبال سان ۽ غلام جي سنڀال سان ملڪ سڀ آباد آهي. رعيت ساري شاد آهي. نعدي ننڍي وڏي جي دل غم ۽ فڪر کان آزاد آهي.

ظريف - وزير کي ته رڳي خوشامد ياد آهي، نه ته ملڪ دنگي ۽ فساد سان برباد آهي.

سرڪار جي عمر دراز هجي ۽ بخت سدائين ساز هجي. هن تخت شهر ۾ ڌاڙ و فساد آهي، وزيرن ۽ اميرن ۾ بغض ۽ عناد آهي، نه داد آهي، نه فرياد آهي جيڪو وزير صاحب جو ارشاد آهي، سو نسورو غلط ۽ بي بنياد آهي.

نوٽ: دستور آهي، ته تڪ بندي واري نثر جي جملن مان ڪي جز نثر ۾ به اچي وڃن ٿا، جاڪاڻ جو انهنجا ڪي فقرا پاڻ ۾ اچهو هم وزن ٿيڻ.

عاري نثر اهو عام آهي، جنهن ۾ ڪو به تصنع يا ناهه نوڙ نه هجي، فقط نحو موجب جملن جي بناوت باقاعدي هجي.

نثر جا جيڪي ٽي قسم بيان ڪيا ويا آهن، سي

فقط لفظن جي مدنظر ٿي. معنيٰ جي نظر ٿي نثر جا ٻه قسم آهن هڪڙو **سليس** ۽ ٻيو **دقيق**

سليس اهو، جنهنجي معنيٰ ۽ مطلب سمجهڻ ۾ ڪنهن ڪي به ڏکيائي نه ٿئي. دقيق اهو نثر آهي، جنهن جي معنيٰ سمجهڻ ۾ لغت يا ڊڪشنريون اٿلائڻيون پون.

ميرزا صاحب مرحوم هميشه سليس نثر لکندو رهيو. سندس ڪنهن به ڪتاب ۾ دقيق نثر ڪم آيل نه آهي. اها سندس نثر نويسيءَ جي خاص خوبي ليکجي ٿي. جيڪڏهن دقيق نثر لکڻ گهورو ٿئي ها، ته وٽس گهڻن گهڻن عربي، فارسي ۽ ترڪي لفظن جي کاڻ کوٽ ڪانه هئي.

ڪو ڪو نثر ٻوليءَ جي لحاظ سان سليس مگر مضمون جي ڳوڙهي هئڻ ڪري دقيق ٿيندو آهي. مرزا مرحوم جي ڪن ڪتابن ۾ ڳوڙهي مضمون وارو سليس نثر به لکيل آهي، سو هن ڪري جو جن ڪتابن تان اهو نثر ترجمو ڪيو ويو آهي، سي خود ڳوڙهي مضمون وارا ڪتاب آهن: جهڙوڪ مقالات الحڪمت، علم دستورالمعاش، حاجتمنديءَ مان طاقتمندي وغيره.

سليس توڙي دقيق مضمون کي وري ٻن قسمن ۾ ورهايو اٿن. هڪڙو **رنگين** ۽ ٻيو **سادو**.

نثر سليس به هجي ۽ رنگين (علم بيان ۽ علم بديع جي اصولن موجب سينگاريل) به هجي، سو اعليٰ درجي

جي فصاحت ۽ بلاغت وارو نثر لکيو. اهڙي نثر ۾
ميرزا صاحب جا ٻه ڪتاب بينظير آهن: هڪڙو ناول
"زينت" ۽ ٻيو "گلن جي ٽوڪري"

## (ب) نثر نويسيءَ جا نمونا ۽ دفعا

نثر نويسيءَ جا ٽي پاڱا آهن:- (١) تصنيف (٢) تاليف
(٣) ترجمه.

تصنيف جي معنيٰ آهي پنهنجي علمي واقفيت ۽
تجربي جي آڌار تي اهڙو ڪو ڪتاب تيار ڪرڻ جو
اڳ ڪنهنجو تاهيل نه هجي. ميرزا صاحب مرحوم کي
جدا جدا علمن ۽ مضمونن سان سنڌيءَ ٻوليءَ کي ڀرپور
ڪرڻ جو عشق هو، جا اهڙن علمن ۽ مضمونن کان
بلڪل بي بهره هئي، تنهڪري پنهنجو وقت تصنيف
کان زياده تاليف ۽ ترجمه ۾ صرف ڪيائين انهيءَ
ڪري ميرزا صاحب مرحوم جا خود ساختا ڪي
ٿورڙا آهن جهڙوڪ "زينت" "دلارام"
"الڪواري آفيسر"، وغيره.

تاليف جي معنيٰ جدا جدا ڪتابن تان مضمون وٺي
نئون ڪتاب تيار ڪرڻ، ۽ ترجمه جي معنيٰ ڪنهن
ڌارين ٻوليءَ ۾ لکيل ڪتاب جو مضمون پنهنجي ٻوليءَ
۾ آڻڻ.

**تاليف ۽ ترجمو** ميرزا صاحب جو خاص شغل هو.
انگريزي عربي، پارسي ۽ اردو ٻولين مان سوين ڪتاب

ترجمو ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ آندا اٿس.

تصنيفات جي ڏفعن ۾ اهڙو ڪوبہ ڏفعو ڪونهي جنهنجا ڪتاب ميرزا صاحب مرحوم تصنيف، تاليف يا ترجمہ ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ نہ آندا هجن: ناٽڪ، ناول، ادب، تاريخ، اخلاق، مذهب، کيتي، باغباني، فلاسفي، روحانيت، صحت وغيره تي نہ فقط هڪڙو هڪڙو ڪتاب پر ٻہ ٻہ، چار چار بلڪ ڪن تي اڃا بہ وڌيڪ ڪتاب لکيا اٿس.

ميرزا صاحب مرحوم ڪتابن پٺيان ڪتاب لکندو انبار ڪندو ويندو هو. ممڪن آهي تہ ڪن ڪتابن کي نظرثاني گهمائڻ ڌاران پريس جي حوالي ڪيو هجيس تنهن ڪري سندس ڪن ڪتابن جي نثر تي ڪي ڇوٽي نظر وارا اهل قلم انگشت نمائي ڪندا آهن، جا بلڪل بي واجبي آهي. جن علمن ڄاڻڻ تي نثر نويسيءَ جو خاص مدار آهي، جهڙوڪ علم لغت، علم نحو، علم معاني، علم بيان ۽ علم بديع، تن علمن ۾ نہ رڳو ميرزا صاحب پورو پورو ماهر هو، بلڪ انهن مان هرهڪ علم تي مجمل خواه مفصل سمجهاڻيون سنڌي زبان ۾ لکي بہ ويو آهي.

مرزا صاحب مرحوم کان سواءِ سنڌ جي ٻئي ڪنهن بہ اهل قلم هن وقت تائين مٿين علمن بابت سنڌي زبان ۾ ڪجهہ بہ نہ لکيو آهي. اهڙي عالم جي نثر نويسي تي نڪتہ چيني ڪندڙ کي شيخ سعدي جي

هيئنگين گفتي ڌاران ٻيو ڪي به چوڻ مناسب نه آهي:-

بمير تا برهي اي حسود کاين رنجي است
که از مشقت او جز بمرگ نتوان رست

ميرزا صاحب مرحوم جا جيڪي ڪتاب (نظم خواه نثر ۾) ڇپيل آهن تن جي يادداشت هن ڪتاب ۾ شامل ڪئي اٿئون. هت فقط سنڌس ٻن خاص نثر جي ڪتابن جو ذڪر ڪري سوانح حياتکي پورو ڪرڻو آهي.

## (ث) ميرزا صاحب جا ڪي خاص نثر جا ڪتاب

ميرزا صاحب مرحوم جا نثر ۾ لکيل (خود ساختا خواه ترجمه ڪيل) ڪتاب سون جي تعداد ۾ آهن، جي مضمون جي نظر تي هڪ ٻئي کان ڪثر آهن. پر هت ٻن ڪتابن جو بيان نموني خاطر ڏيڻ ڪافي آهي.

### (ا) زينت

ميرزا صاحب مرحوم جيڪي ڪتاب پنهنجي خيال مان ناهيا آهن، تن ۾ زينت هڪڙو بي نظير ڪتاب آهي. هي ناول ميرزا صاحب سن ١٨٩٠ع ۾ ناهيو آهي، جڏهن هو روهڙي ۾ مختيارڪار هو.

هي ڪتاب هڪڙي با عزت ۽ با فضيلت ڪٽنب لاءِ ٻي بها هدايت آهي.

منهنجو هڪڙو پائرن مثل جهونو دوست (خدائعالي ٻهشت نصيب ڪريس) هڪڙو سفيد پوش سڪول ماستر هو.

ان سال سنه ١٨٩٨ع ۾ جڏهن زينت مطالع ڪئي، تڏهن ان تي ايترو اثر ٿيو، جو ڪو اراد و ڪيائين، ته آءٌ پنهنجو گهر ۽ ڪٽنب اهڙيءَ طرح سڌاريندس ۽ اهڙيءَ طرح حياتي گذاريندس جهڙيءَ طرح ميرزا صاحب زينت ۾ سمجهائي آهي. هن پنهنجي اڻ پڙهيل زال جو اڳيون نالو مٽائي رکيو زينت، ۽ رات ڏينهن محنت ڪري مائيءَ کي اهڙي تعليم ڏنائين، جو هوءَ هڪڙي نامور ۽ نيڪ دل آرينڊ ماستريائي بڻجي پيئي ۽ پنهنجي مڙس کان به وڌيڪ ڀڳهار ڪٽڻدي رهي. اڄ اها مائي پينشن بردار آهي ۽ پنهنجي گهر ۽ ڪٽنب لاءِ سچي پچي زينت آهي.

ماءُ کي نياڻي توڙي پٽ جي شادي جي ڳڻتي، سگهڙ ڏيڻ وٺڻ جو شريفانو دستور، با عزت زالن جي هڪ ٻئي وٽ اچڻ وڃڻ جي ريت، شادي ڪرڻ وقت ويچار جوڳيون ڳالهيون، زال ۽ مرد ٻنهي جي، پڙهيل هجڻ جي ضرورت، پڙهيل زال ۽ مرد جو پاڻ ۾ اخلاق ۽ رسمن رواجن تي علمي ۽ عقلي بحث، زال ذات جي مسافريءَ جا خطرا، سختي ۽ تڪليفن جي حالت ۾ پنهنجي لڄ ۽ عزت بچائڻ لاءِ زال ذات جا حيلا، پرديس ۾ پڙهيل زال ۽ پڙهيل مرد لاءِ با عزت گذارڻ جا رستا، اولاد جي پرورش، وغيره گهرو ڳالهين بابت ”زينت“ ۾ ذڪر آهي.

"زينت" نہ رڳو مضمون جي لحاظ سان دلچسپ آهي، پر ان ۾ وڌيڪ دلچسپي اها آهي، جو منجهس سليس، صاف ۽ فصاحت بلاغت پريل گهرو ٻولي ڪم آيل آهي. اسين نموني خاطر "زينت" مان ٻہ ٽڪر هيٺ ڏيون ٿا.

سڳهڙ گهرندڙ گهوٽ ماءُ کي ڪنوار ماءُ تي چوي:-

"وري جيئي شل منهنجو حامد ٻہ وينو آهي. جوان اچي ٿيو آهي، تنهنجو ٻہ نيٺ ٻلو ڪرڻو اٿم. اڄ نہ مائٽ ٻہ چون ٿا تہ "اٿي تي اٿو، ڪارو نہ ڪتو، هڪڙي هٿ ۾ ڏيو، ٻئي هٿ ۾ ونو". سو جي آءٌ ڪٺي اهڙو پير لوسان پريان، تہ مائٽن کان ٻہ مور ويندس ۽ منهنجو چوڪر ٻہ رهجي ويندو".

پنهنجي مڙس سان پردي بابت بحث ڪندي زال تي چوي:-

"دنيا ۾ اهڙيون حرص وڌائڻ ۽ گمراه ڪرڻ جون شيون پکڙيون پيون آهن، جو جڏهن مڙس ٻہ انهن تي نگهجي وڃن ٿا ۽ خطا کايو وڃن، تڏهن زالون ڇا آهن؟ انهن کان گوشي تي رهڻ ۽ انهن جي وڪڙ ۾ نہ اچڻ ٻہ وڏي شيءِ آهي. جي بديءَ سان وڙهي ان تي غالب پوڻ وڏي نيڪي آهي، تہ بديءَ کي اصل ويجهو ٻہ نہ وڃڻ يا انکان پري پاسو ڪرڻ ۾ ٻہ ننڍي نيڪي نہ آهي. چوڻي ٻہ آهي، تہ "جت پيڻ ناهي جاءِ، تت پيڻ ڪم ورسام جو". سو حقيقت ڪري

ڏالون ڇاڻي واڻي پرديءَ ۾ رهڻ ڪري وريامن جو ڪم ٿيون ڪن. اها به سندن هڪڙي بهادري آهي، اها به سندن هڪڙي تعريف آهي".

اڄ ته جيڪر چوان ته ميرزا صاحب مرحوم جي سيني نثر وارن ڪتابن لاءِ "زينت" حقيقي زينت آهي؛ مگر افسوس! جو اڄ ڪلهه جا شاگرد ۽ شاگرداڻيون تورڙي پڙهيل مرد ۽ ذالون "زينت" مان اهڙو فيض حاصل ئي نٿا ڪن، جيترو فيض انهن هٿ ڪري سگهجي ٿو.

## (٣) مقالات الحڪمت

هي ڪتاب ميرزا صاحب مرحوم سنه ١٨٧٧ع ۾ نامور انگريزي فلاسفر لارڊ بيڪن جي "بيڪنس ايسيز" تان ترجمو ڪيو هو، سو به تڏهن، جڏهن پاڻ اڃا بمبئيءَ ۾ "بي-اي" پڙهندڙ شاگرد هو.

هن ڪتاب جو مضمون آهي اخلاقي فلسفه. اصل انگريزي ڪتاب جو مضمون اهڙو ڳوڙهو ۽ ٻولي اهڙي دقيق آهي، جو اڄتائين سندس ڪيترن ٽڪرن جي درست معنائن ۽ شرح تي انگريزي پاڙهيندڙ پروفيسر متفق راءِ نه آهن.

اهڙي ڳوڙهي مضمون ۽ دقيق ٻوليءَ واري ڪتاب جو ميرزا صاحب مرحوم اهڙي سهڻي ۽ بامحاوره سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهي، جو اڄ ڪلهه جا گريجوئيٽ تورڙي

ڊبل گريجوئيٽ سنڌس نثر نويسي جي قابليت اڳيان سر تسليم خم پيا ڪن.

جنهن زماني ۾ سنڌي ٻولي سيکارڻ وقت سڪولن ۾ پهاڪا، اصطلاح ۽ تمثيلات، جي ٻوليءَ جو تمام ضروري ڀاڱو آهن تن تي ڌيان ئي ڌيڻ ۾ ڪونه ايندو هو، نڪو انهن بابت سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪو ڪتاب ئي شايع ٿيل هو، تنهن زماني ۾ پهاڪن، اصطلاحن ۽ تمثيلات پريل بافصاحت سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙو بي نظير ڪتاب لکڻ ڌيکاري ٿو، ته نثر نويسي خدائي ڏات طور ڪچيءَ ڪان ئي ميرزا صاحب مرحوم کي عطا ٿيل هئي.

هيتري ڳالهه تسليم ڪرڻ ۾ ڪو اهم ڪونهي، ته ٻهاڙيءَ ۾ ميرزا صاحب مرحوم جو تيز رفتار قلم نثر جا ڪتاب ائين رهڙيندو ويندو هو، جئن ڪنهن تجربه ڪار سربند جو ڪارب پنهنجي تيزرويءَ سببان سربندکي سرن جي سر تان هٽڙي گهمائڻ جي مهلت ڌيڻ ڌاران ويندو آهي سرن هنيان سرون جڙيندو.

هن ڳالهه ۾ شڪ ڪونهي، ته لارڊ بيڪن جو اصل ڪتاب به فصاحت ۽ بلاغت جو سرچشمو آهي، پر انهيءَ فصاحت ۽ بلاغت کي اهڙي لباس ۾ پيش ڪرڻ جو سيڪو صحيح ڪري نه سگهي، ته "مقالات الحڪمت" انگريزيءَ تان ترجمو ٿيل آهي، يا ميرزا صاحب جو خود ساختو، سا قابليت ميرزا صاحب مرحوم کي ئي خدا بخشي هئي.

"مقالات الحڪمت" ۾ اصل ڪتاب ڪان وڌيڪ
ميرزا صاحب مرحوم هي ڪم ٻہ ڪيو آهي، جو
ڪتاب جي منڍ ۾ سمجهايو اٿس تہ فلسفہ ڇا آهي؟ ۽
ان جون شاخون ڪهڙيون آهن؟

نموني خاطر مقالات الحڪمت مان ٻہ ٽڪرا هيٺ
ڏجن ٿا:-

( ١ )

ڏک موت ڏانهن اڏامي وڃي ٿو، جو
"مرض مان دل ڏکوئڻ کي بہ راحت ۽ شفا ڀاسجي".
ٻيءَ موت کي آيو ٿو سمجهي، ۽ چوڻ ۾ بہ آهي، تہ
"گيدي چکن موت، ڏهہ ڏهہ ڀيرا ڏينهن ۾".
رڳو رحم بہ ماڻهن کي موت ڏي مائل ڪري ٿو.

( ٢ )

جي شڪ ڀاڻيهي ماڻهوءَ جي دل ۾ جاڳن ٿا، يا خيال
۽ اڇيو گڏ ٿين ٿا، سي رڳو ٻون ٻون ڪن ٿا، ٻي گهڻي
حرڪت ڪان ٿا ڀڄائن. مگر جي شڪ لڳاتار ۽ اٽڪل
ڪري ماڻهن جي مٿن ۾ وجهجن ٿا، ۽ تجويز سان ڪن
ڳالهين ۽ قصن جي رستي ٻين جي معرفت ڪنهن ۾
پيدا ڪجن ٿا، انهڪي ڏنگ آهن.

هڪڙي انگريز عالم جو چوڻ آهي، تہ "بيڪن
صاحب جو اهو ڪتاب اهڙو آهي، جنهنڪي ٿورڙيءَ
وقت ۾ پڙهي پورو ڪري سگهجي ٿو. پر جيڪڏهن

ويھ پيرا ھي ڪتاب پڙھبو، ته پيري پيري سان نوان نوان خيال ۽ نڪتا منجھانئس ھٿ ايندا“.

مقالات الحڪمت کي جيڪڏھن غور سان پڙھبو ته مٿيون چوڻ بلڪل سچو نظر ايندو.



ميرزا افضل بيگ شمس العلماءِ ميرزا قليچ بيگ صاحب جو ٥ نمبر فرزند

## در توصيف حضرت شمس العلماءِ ميرزا قليچ بيگ صاحب مرحوم

(از مولانا حڪيم فتح محمد صاحب سيوهاڻي)



سنڌ جي ملڪ ادب جو تاج ور ميرزا قليچ
بحر معنيٰ جو عجب در و گهر ميرزا قليچ

صاحب علم و عمل ۽ صاحب فضل و ڪمال
صاحب خلق بني هو سربسر مرزا قليچ

عالمن جو شمس هو ۽ هو سيوطي سنڌ جو
صاحب تصنيف ذي شان ذي اثر مرزا قليچ

صالح و مصلح هو ۽ هو صلح ڪل هر دلعزيز
عابد و زاهد هو ۽ هو راهبر مرزا قليچ

صورت و سيرت ۾ الحق بي مثال و بي نظير
هو بزرگ وقت ۽ والا گهر مرزا قليچ

عمر جو هو پيرسال ۽ همت و دل جو جوان
پارسا پرهيزگار و پرهنر مرزا قليچ

سنڌ جو منهن ڪيئين مٿي تصنيف ۽ تاليف سان
سنڌ ۾ ساهت جي گهر جو کوليو در مرزا قليچ

عمر ساري صرف ڪيائين علم جي خدمت ۾ واه
سنڌ ۾ ساهت وڌايو خوبتر ميرزا قليچ

هوا سنڌس آڏو ستارا سنڌ جا ساهت نويس
آسمان سنڌ جو شمس و قمر ميرزا قليچ
هئي سنڌيس ڪاڪ و قلم ۾ وام جا قدرت رکيل
دو وڌائيند و قلم شام و سحر مرزا قليچ
سنڌي ساحت تي سنڌس احسان آهن بيشمار
جي ابو ۾ ڪو ادب جو، هو مگر مرزا قليچ
علم جا آثار تيا مرحوم جو اڄ يادگار
زنده جاويد آهي ۽ امر مرزا قليچ
خنده رُو فرخنده خو خوش طبع خوشدل خوش مزاج
نيڪ فال و خوش خصال وخوش سير مرزا قليچ
محسن و مشفق هو سينڌي تي ۽ هو منصف مزاج
صاف دل صوفي مزاج و صافتر مرزا قليچ
رحمتون رب جون هجن شل روح تي ان جي سدا
شال ماڻي لطف سان جنت ۾ گهر مرزا قليچ

---

O

# مرزا قليچ بيگ بابت ڏاهن جا رايا

"مون کي فقط هڪڙي سنڌي اسڪالر لاءِ عزت آهي..... قليچ بيگ لاءِ- هن جي وسيع ذوق هن کي پنهجي دور جي گوناگون ادب سان روشناس ڪرايو. قليچ بيگ اسانجي ادبي ذوق ۾ انقلاب جو باني هو. ڪڏهن ڪڏهن مان پنهنجي شعور جاقالين اڪيلندو آهيان، ته انهن ۾ به - ئي رنگين ڏاڳا قليچ بيگ جا به ملندا آهن ........ منهنجي عمر ڏهه ورهيه هئي، جڏهن مون قليچ بيگ کي پڙهڻ شروع ڪيو هو، هن جي تصنيفات منهنجي ذهن کي ڪهنبي ۾ ويڙهي، اُن جي چوڌاري هازارها رنگين پوپٽ اُڏاري ڇڏيا. شاه لطيف کان پوءِ قليچ بيگ سنڌ جي عظيم ترين ادبي شخصيت آهي."

(- جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي ص - ١٠٢)
خط جو ٽڪرو- ڊينس هوٽل، پشاور
٢٨- آگسٽ ١٩٦١ع جو لکيل.

شيخ اياز

پوري سنڌي قوم کي جديد علمن ۽ خيالن کان روشناس ڪرائڻ ۾، بيشڪ هن دور (انگريزي دور) ۾ سڀ کان اهم ۽ نمايان نالو مرزا قليچ بيگ جو ئي هو. هن اڪيلي سر سنڌي زبان کي مغربي خيالن ۽ ادبي شهڪارن سان روشناس ڪرائڻ جي ڏس ۾ جيڪو ڪم ڪيو آهي، اهو ڪنهن ٻئي شخص نہ ڪيو. جيتوڻيڪ هن طبعزاد مضمون ۽ ڪهاڻيون بہ لکيون آهن، پر سندن اهم ڪم انگريزي ادب جي فنپارن کي سنڌي زبان ۾ ترجمي جي صورت ۾ يا خلاصي Adaption جي صورت ۾ منتقل ڪرڻ هو. مرزا قليچ بيگ فارسيءَ ۽ عربي جي اسڪالر (عالم) هجڻ سان گڏ مغربي ادب جي بہ مڪمل ڄاڻ رکندو هو. هو سرڪاري ملازم بہ هو ۽ سماجي عام ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ بہ تمام گهڻو مصروف رهندو هو. سندن عام مصروفيتن ۽ دلچسپين کي ڏسندي، ان ڳالهہ تي وڏو عجب ٿئي ٿو تہ هن ڪهڙيءَ ريت اڪيلي سر ايترا سارا ڪتاب سنڌي زبان کي ڏنا ۽ آهي بہ سڄي دنيا جي ادب مان چونڊ سٽ کان وڌيڪ تہ سندن ناول ٿيندا. جن ۾ اصلي قصا بہ آهن، ترجما ۽ Adaption بہ ترجمي ۽ Adaption ۾ بہ هن اهڙو مقامي رنگ پيدا ڪيو آهي، جو اصلي لڳن ٿا. مثال طور سندن ناول "زينت" انگريزي ادب مان ڪنيل آهي، جيڪو انگلينڊ جي ٿئين صنعتي سماج ۾ هڪ وچولي طبقي واري خاندان جي زندگيءَ جي عڪاسي ڪري ٿو. مرزا قليچ بيگ اُن جي اصلي ڪردارن جي جاءِ تي مسلمان ڪردار ڪم آڻي، مڊل ڪلاس مسلمان خاندان جي روزانہ زندگيءَ جو چٽر چٽيو آهي. اهڙيءَ ريت ناول ۾ نج ڏيهي رنگ پيدا ڪيو ويو آهي- سندن (مرزا صاحب جي) اڄ تائين مشهور رهڻ جو هڪ وڏو ڪارڻ اهو بہ آهي. هيءُ طريقو هن ٻين قصن ڪهاڻين کي Adapt ڪرڻ وقت اختيار ڪيو آهي........

(صوبو گيان چنداڻي)

قلیچ ایوارڈ ۸۶ء



قلیچ سنگت



خصوصی قلیچ ایوارڈ

شمس العلماء مرزا قلیچ جی یاد ۾

پیش ڪندڙ

قلیچ سنگت سنڌ

# قلیچ ایوارڈز



## قلیچ سنگت

قیمت ۳۵/= روپے

